# اعتڪاف هڪ روحاني انقلاب

مفتي محمد قاسم عطاري

الله پاڪ ارشاد فرمائي ٿو:

وَعَهِدْنَاۤ اِلٰۤى اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِیْلَ اَنْ طَهِّرَا بَیْتِیَ لِلطَّآىٕفِیْنَ وَالْعٰكِفِیْنَ وَالرُّكَّعِ السُّجُوْدِ (۱۲۵)

ترجمو ڪنزالعرفان: ۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل کي تاڪيد فرمائي ته منهنجو گهر طواف ڪرڻ وارن ۽ اعتڪاف ڪرڻ وارن ۽ رڪوع ۽ سجدا ڪرڻ وارن لاءِ خوب پاڪ صاف رکو.

(سيپارو: 1، سورت بقره: 125)

**تفسير:** حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهما السّلام کي حڪم ڏنو ويو ته خانهءِ ڪعبه ۽ مسجدِ حرام شريف کي حج، عُمرو، طواف، اعتڪاف ڪرڻ وارن ۽ نمازين جي لاءِ صاف سٿرو رکن. اهو ئي حڪم تمام مسجدن جي مُتعلق به آهي ته اتي گندگي ۽ بدبودار شيءِ نه آندي وڃي، هي سنّتِ انبياء آهي. آيت جي لفظن مان ظاهر ٿيو ته مسجد جي مقصدن مان اعتڪاف جي عبادت به شامل آهي ۽ هي ته اعتڪاف گذشته امّتن ۾ به رائج هو.

### اعتڪاف جي لغوي ۽ شرعي معنٰي

لغوي اعتبار سان ڪنهن شيءِ جي طرف پنهنجي توجه وڌائڻ ۽ بطورِ تعظيم انهيءَ کي لازم پڪڙڻ "اعتڪاف" آهي ۽ شرعي نقطءِ نظر سان مسجد ۾ الله پاڪ جي عبادت جي نيّت سان ترسڻ اعتڪاف آهي.

(مفردات امام راغب، ص 579)

### اعتڪاف جو حڪم

رمضان جي مهيني جي آخري ڏهاڪي جو اعتڪاف "سنت مؤكّدة على الكفاية" آهي، يعني جيڪڏهن شهر يا پاڙي ۾ ڪنهن هڪ ڪري ورتو، ته مطالبي کان بري الذمه ٿي ويندا ۽ جيڪڏهن ڪنهن به نه ڪيو ته سڀ گناهگار ٿيندا. اعتڪاف جو هڪ حڪم قرآنِ مجيد ۾ هيئن بيان ڪيو ويو آهي:

وَلَا تُبَاشِرُوْهُنَّ وَاَنْتُمْ عٰكِفُوْنَ ۙ فِی الْمَسٰجِدِ ؕ

ترجمو كنزالعرفان: ۽ عورتن سان صحبت نہ كيو جڏهن توهان مسجدن ۾ اعتكاف ۾ هجو.

(سيپارو: 2، سورت بقرة: 187)

## اعتكاف سنتِ نبوي آهي

جيئن تہ حضرت عائشہ صديقہ رضی اللہ عنہا كان روايت آهي تہ رسولُ الله صلّی اللہ علیہ والہ وسلّم رمضان جو آخري ڏهاكو اعتكاف ۾ گذاريندا هئا. (مسلم،ص461،حديث:2782) ۽ فرمايائون تہ جڏهن آخري ڏهاكو ايندو هو تہ رسولِ خُدا صلّی اللہ علیہ والہ وسلّم خوب تياري فرمائيندا هئا، سڄي رات پاڻ بہ جاڳي كري الله جي عبادت ۾ مشغول رهندا ۽ پنهنجي گهر وارن كي بہ جاڳائيندا هئا. (بخاري،663/1، حديث:2024) وڌيك فرمايائون تہ نبي كريم صلّی اللہ علیہ والہ وسلّم رمضان جي آخري ڏهن ڏينهن ۾ عبادتِ الٰهي ۾ جيكا محنت كندا هئا، ان كان علاوه ۾ ايتري محنت نہ كندا هئا. (مسلم،ص462،حديث:2788) ۽ مسند احمد ۾ آهي تہ نبي كريم صلّی اللہ علیہ والہ وسلّم رمضان جي پهرين ويهن ڏينهن ۾ عبادت بہ كندا هئا پر كجھ آرام بہ كندا هئا، پر جڏهن آخري ڏهاكو شروع ٿي ويندو هو تہ پهريان كان بہ وڌيك عبادت كندا ۽ تياري پكڙي وٺندا هئا.

(مسند احمد،481/9،حديث:25191)

## اعتكاف ثواب جو خزانو آهي

جيئن تہ سيّدنا امام حسين رضی اللہ عنہ كان حديث روايت آهي تہ جنهن رمضان ۾ ڏھ ڏينهن جو اعتكاف كيو، تہ ڄڻ ان بہ حج ۽ بہ عُمرا كيا. (شعب الايمان، 425/3،حديث:3966) ۽ نبي كريم صلّی اللہ علیہ والہ وسلّم جن فرمايو: جيكو شخص الله جي رضا جي لاءِ هك ڏينهن اعتكاف كندو آهي، الله پاك ان جي ۽ دوزخ جي درميان ٽن خندقن جو فاصلو كري ڇڏيندو آهي، هر خندق مشرق كان مغرب جي درميان جي فاصلي كان وڌيك ڊگهي آهي.

(شعب الايمان، 424/3،حديث:3965)

## اعتكاف جا فائدا ۽ مقاصد

اعتكاف جو تمام وڏو مقصد ۽ فائدو تہ گناهن كان دوري ۽ عبادت ۾ مشغوليت آهي ۽ هي فضيلت خود حديثِ پاك ۾ موجود آهي، جيئن تہ نبي كريم صلّی اللہ علیہ والہ وسلّم فرمايو: مُعتكف (اعتكاف كرڻ وارو) تمام گناهن كان ركيل رهندو آهي ۽ ان كي عملاً نيك اعمال كرڻ واري جيان مكمل نيكيون عطا كيون وينديون آهن. (ابن ماجه، 365/2، حديث:1781) مُعتكف هي ذهن ۾ ركي تہ اعتكاف جو سڀ كان بنيادي مقصد پاڻ كي عبادتِ الٰهي، نوافل، تلاوت، ذكر ۽ يادِ الٰهي كان غافل كرڻ واري هر عمل كان پاڻ كي پري كري وٺڻ آهي، جنهن كي قرآني الفاظ ۾ هيئن چئي سگهون ٿا:

وَاذۡكُرِ اسۡمَ رَبِّكَ وَتَبَتَّلۡ اِلَيۡهِ تَبۡتِيۡلًا ؕ﴿۸﴾

ترجمو ڪنزالعرفان: ۽ پنهنجي ربّ جو نالو ياد ڪر ۽ سڀني کان جُدا ٿي فقط انهيءَ جو ٿي رهه.

(سيپارو: 29، سورت مزمل: 8)

جڏهن اعتڪاف ۾ انسان تمام مخلوق کان خاص ڪري قلبي ۽ ممڪن صورت ۾ ظاهري تعلق ختم ڪري پنهنجي خالق ۽ مالڪ سان رابطو جوڙي وٺي. هن سچي عمل جو نتيجو هي ٿئي ٿو معتڪف جي دل ۾ محبتِ الٰهي پيدا ٿئي، تلاوتِ قرآن جي مناس نصيب ٿئي، آخرت جو فڪر پيدا ٿئي، نمازن جو شوق وڌي، جماعت ۾ شرڪت جي عادت بڻجي، فضول گوئي جي جڳهه تي خاموشي اچي وڃي ۽ خاموشي کان وڌيڪ تلاوت ۽ ذڪر و دُرود ۽ سلام جي ڪثرت جو معمول بڻجي وڃي، ضروري ديني علم حاصل ٿئي، عبادت جو مستقل شوق پيدا ٿئي ۽ دل گناهن کان بيزار ٿي وڃي.

## اعتڪاف ۽ روحانيت

اعتڪاف روحاني خزانو ۽ باطن ۾ انقلاب پيدا ڪرڻ واري عبادت آهي. اعتڪاف جي زماني ۾ خُدا سان قلبي ۽ روحاني تعلق جوڙڻ نهايت آسان آهي. اعتڪاف جي دوران تهجد، اشراق، چاشت، اوّابين، صلوٰة التوبہ، نوافلِ وضو، تحيةُ المسجد، تراويح، مُراقبہ، تلاوت، تسبيحات ۽ مسنون اوراد ۽ وظائف ۾ مشغول رهڻ، پڻ صبح ۽ شام جون مسنون دعائون گهرڻ جي سعادت، قلب ۽ روح جي صفائي ۾ نهايت مُوثر آهي. رات جا سجدا ۽ قيام، ڏينهن روزي جي حالت ۾، نمازن کان بعد تلاوت جو اهتمام، اڪثر ڪري تسبيح ۽ دُرود جو اهتمام، آڌي رات جو الله جي بارگاهه ۾ روئي ڪري دعا گهرڻ جي دولت هنن ڏينهن ۾ آساني سان حاصل ٿي ويندي آهي. اعتڪاف حقيقت ۾ خلوت (اڪيلائي) جي هڪ صورت آهي، انهيءَ خلوت جي لاءِ بزرگانِ دين پنهنجي زندگي جو هڪ وڏو حصو جنگلن، پهاڙن ۽ ويرانن ۾ گذاريو. هي خلوت بذاتِ خود مقصود ناهي، پر ڪيئي فائدن جو دارومدار خلوت تي آهي. اسان جي ڪم ڪار ۽ افرا تفري جي زماني ۾ عام طور گهڻي اڪيلائي ناهي ملندي، پر اعتڪاف جي صورت ۾ هي نعمت ڪجهه ڏينهن جي لاءِ نصيب ٿي ويندي آهي ۽ هن طرح عبادت ۽ تلاوت ۽ ذڪر ۽ دُرود ۽ آخرت جي فڪر جي لاءِ اڪيلائي مُيسر ايندي آهي پڻ گناهن کان پري رهڻ جو موقعو ملندو آهي. مُعتڪف ماڻهن جي طرفان پهچڻ واري بُرائي، بداخلاقي ۽ جهيڙن جهڳڙن کان محفوظ رهندو آهي ۽ ماڻهو ان جي شر کان محفوظ رهندا آهن، ايئن مُعتڪف حقوقُ العباد ضايع ڪرڻ کان بچي ويندو.

عبادت ۾ خشوع، يڪسوئي ۽ ”توجه الي الله“ نهايت مُفيد ۽ عبادت جي

بنيادي مطلوبہ آدابن مان آهن، اعتڪاف جي صورت ۾ جيڪا خلوت نصيب ٿيندي آهي ان ۾ ڪامل توجهه ۽ مڪمل يَڪسوئي وارا آداب بجا آڻڻ آسان ٿيندو آهي، ان کان علاوه اعتڪاف ۾ عام زندگي جي جَلوتُن کان وڌيڪ عبادت جو وقت ملندو آهي ۽ هي مُسلسل محنت، عبادت تي اِستقامت جو ذريعو بڻجندي آهي.

## اولياءِ ڪرام جو اعتڪاف ۽ رمضان

بزرگانِ دين ۽ اولياءِ ڪرام رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْهِم دل ۽ زبان سان يادِ الٰهي ۾ مشغول رهڻ جي باوجود معرفت جي ترقي، عبادت جي لذت، تلاوت جو ذوق. اطاعت جي مناس جي لاءِ رمضان مهيني ۾ اعتڪاف ڪندا هئا، جيئن تہ فقہِ مالڪي جا پيشوا، امام مجتهد، سيدنا امام مالڪ رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه جو مُستقل معمول هو تہ جيئن ئي ماهِ رمضان شروع ٿيو، پاڻ پنهنجي تدريسي مصروفيتون ختم ڪري سڄو وقت تلاوتِ قرآن ۾ مشغول رهندا هئا. ائين ئي امام، محدث، مجتهد، حضرت سفيان ثوري رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه رمضان ۾ ٻيون تمام عبادتون ڇڏي ڪري صرف ۽ صرف ڪلامِ الٰهي جي تلاوت ڪندا هئا. جليل تابعي بزرگ، امامِ تفسير، حضرت قتاده رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه دورانِ اعتڪاف آخري ڏهي ۾ هر رات سڄو قرآنِ ڪريم ختم فرمائيندا هئا.

(لطائف المعارف، ص:318) اهڙيءَ طرح امام غزالي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه بغداد ڇڏڻ کان بعد بيتُ المقدس جي "قُبَّةُ الصَّخْرَة" ۾ ڊگهي عرصي تائين اعتڪاف ڪيو ۽ تلاوت ۽ ذڪر ۽ تسبيح ۽ عبادت ۽ شب بيداري ۽ فڪرِ آخرت سان گڏوگڏ اُمّت تي عظيم احسان ڪندي عظيم ڪتاب "احياءعلوم الدين" تصنيف فرمائي.

(احياء العلوم مترجم، 31/01)

مطلب تہ خُدا جا نيڪ ٻانها هميشہ اعتڪاف ڪندا هئا ۽ ان مان عظيم روحاني ۽ اُخروي خزانا حاصل ٿيندا رهندا آهن. الله پاڪ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ صحابہ ۽ اولياء رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْهِم جي صدقي اسان کي عبادت جي مناس سان ڀريل اعتڪاف جي سعادت عطا فرمائي.

اٰمِين بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيِّيْن صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم .




مفتي ابو محمد علي اصغر عطاري مدني

### (1) چپ جي ڪلَ نڙيءَ ۾ وڃڻ تي روزي جو حڪم

سوال: ڇا ٿا فرمائن عُلماءِ ڪرام هن مسئلي جي باري ۾ ته ڪجھ ماڻھن جي هيءَ عادت هوندي آهي ته اهي هيٺين چپ جي ٻاهرين حصي کي ڏندن جي ذريعي اندر دٻائيندا آهن ۽ پوءِ ان ٻاهرين حصي جي خشڪ ڪلَ ڏندن جي ذريعي ڪٽي ڪري وات ۾ ڪٽي ويندا آهن، ڪڏهن ڪڏهن اها ڪلَ وات مان ٿُڪي ويندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن اها ڪلَ نڙيءَ جي اندر به هلي ويندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن اها ڪلَ ته بلڪل ننڍڙي هوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪجھ وڏي هوندي آهي، اهڙا ماڻهو جيڪڏهن روزي جي دوران پنهنجي چپن مان ڪلَ ڪٽين ۽ روزو ياد هوندي بنا چٻاڙڻ جي اها ڪلَ غلطي سان انهن جي نڙيءَ جي هيٺ هلي وڃي ته انهن جي روزي جو ڇا حڪم ٿيندو؟

بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَ الصَّوَابِ

روزيدار روزي جي حالت ۾ وات جي ٻاهران ڪا شيءِ ڪٽين ۽ اها شيءِ بنا چٻاڙڻ جي غلطي سان يا ارادي سان نڙيءَ کان هيٺ لهي وئي ۽ روزي دار کي روزو به ياد هو ته روزو ٽٽي پوندو چاهي اها شيءِ ننڍي هجي يا وڏي. پڇيل صورت ۾ جڏهن روزيدار چپن تان ڪلَ ڪٽيندو ته اها وات جي ٻاهران ڪلَ کي وات جي اندر ڪٽي ويندو تنهنڪري اها ڪلَ بنا چٻاڙڻ جي غلطي سان يا ارادي سان نڙيءَ کان هيٺ لهي وئي ۽ روزيدار هجڻ به ياد هو ته روزو ٽُٽي پوندو جيتوڻيڪ اها ڪلَ ٿوري هجي يا گهٽي، ان روزي جي قضا لازمي ٿيندي، ڪفارو لازم نه ٿيندو. [حاشية الشلبي على التبيين،399/1- تبيين الحقائق،173/2-الفتاوى الهندية ،202/1-بهار شريعت،989/1]

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُهٗ اَعْلَم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

## (2) جنازي ۾ شرڪت جي لاءِ وڃڻ تي اعتڪاف جو حڪم

سوال: ڇا ٿا فرمائن عُلماءِ ڪرام هن مسئلي جي باري ۾ ته زيد رمضانُ المبارڪ ۾ ڏھ ڏينهن جو سنّت اعتڪاف ڪيو، 28 رمضان جو زيد هڪ جنازو پڙهڻ جي لاءِ مسجد کان ٻاهر هليو ويو. جڏهن ان کي چيو ويو ته جنازي جي لاءِ مسجد کان ٻاهر وڃڻ سان اعتڪاف ٽُٽي پوندو آهي، ته چوڻ لڳو ته مون اعتڪاف ڪرڻ وقت ئي هيءَ نيّت ڪئي هئي ته جيڪڏهن ڪو جنازو اچي ويو، ته مان نمازِ جنازو پڙهڻ ويندُس، تنهنڪري منهنجو اعتڪاف نه ٽُٽو. هن حوالي سان اسان جي شرعي رهنمائي ڪئي وڃي ته زيد جو اعتڪاف ٽُٽي ويو يا نه؟ جيڪڏهن مثال طور ٽُٽي ويو هجي، ته هاڻي زيد جي لاءِ ڇا حڪم آهي؟

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

پڇيل صورت ۾ زيد جو اعتڪاف، سنّت اعتڪاف نه رهيو، بلڪ هاڻي ان جي حيثيت نفلي اعتڪاف جي ٿي وئي آهي، تنهنڪري ان جي ٽُٽڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي، ڇو جو نفلي اعتڪاف جو شرعي طور تي ڪو وقت مقرر ناهي، جيتري دير تائين مسجد ۾ نفلي اعتڪاف جي نيّت سان رهنداسين، اعتڪاف جو ثواب ملندو رهندو ۽ جڏهن مسجد مان نڪرنداسين ته اعتڪاف مڪمل ٿي ويندو. رهي ڳالھ دورانِ اعتڪاف جنازي وغيره ۾ شرڪت جي شرط لڳائڻ، ته هي شرط واجب اعتڪاف جي لاءِ درست آهي، سنّت اعتڪاف جي لاءِ نه، سنّت اعتڪاف جي لاءِ جيڪڏهن هن طرح جي شرط لڳائيندا، ته اهو سنّت اعتڪاف نه رهندو، بلڪ نفلي اعتڪاف بڻجي ويندو ۽ نفلي اعتڪاف جو حڪم هي آهي ته جڏهن مسجد مان نڪرنداسين ته اعتڪاف مڪمل ٿي ويندو. يعني جيڪڏهن ڪنهن شريعت جي شرائط جي مطابق پنهنجي مٿان باس باسي ڪري اعتڪاف واجب ڪيو هجي، ته ان ۾ هي شرط لڳائي سگهجي ٿي، پر رمضانُ المبارڪ جي آخري ڏهي جي اعتڪاف ۾ جيڪڏهن ڪنهن اعتڪاف کان پهريان هي شرط لڳائي، ته هاڻي ان جو اعتڪاف سنّت اعتڪاف نه رهندو، بلڪ فقط نفلي اعتڪاف ٿي ويندو. نفلي اعتڪاف جي ڪا مدت ناهي هوندي. نفلي اعتڪاف جي نيّت سان جيتري دير مسجد ۾ رهنداسين، اعتڪاف جو ثواب ملندو رهندو ۽ جڏهن مسجد مان ٻاهر نڪري اينداسين، اعتڪاف مڪمل ٿي ويندو، ٽُٽندو نه ۽ نه ئي ڪنهن قسم جي قضا لازم ٿيندي.

(جدالممتار،295/4-فتاوى ہنديہ،211/1-بہار شريعت، 1021/1)

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

## (3) وقت کان پھريان افطار ڪرڻ تي روزي جو حڪم

سوال: ڇا ٿا فرمائن عُلماءِ ڪرام ھن مسئلي جي باري ۾ تہ جيڪڏھن روزيدار غلطي سان ٽائيم کان پھريان ئي افطار ڪري ڇڏيو، جڏھن تہ ان ڪي روزيدار ھجڻ ياد بہ ھو. تہ ڇا اھو روزو ادا ٿي ويندو؟ رھنمائي فرمائيندا.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اَلۡجَوَابُ بِعَوۡنِ الۡمَلِکِ الۡوَھَّابِ اَللّٰھُمَّ ھِدَایَۃَ الۡحَقِّ وَالصَّوَابِ

پڇيل صورت ۾ ان شخص جو اھو روزو ادا نہ ٿيو، تنھنڪري ان شخص تي لازم آھي تہ ان روزي جي قضا ڪري ۽ آئينده ان معاملي ۾ احتياط ڪري البتہ ان صورت ۾ صرف قضا آھي ڪفارو نہ ٿيندو، (المختصر القدوری،ص97-بہار شریعت، 989/1-وقار الفتاوٰی،434/2 ملخصاً و ملتقطاً)

وَاللّٰہُ اَعۡلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَرَسُوۡلُہٗ اَعۡلَم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

## (4) روزي جي دوران سفر اختيار ڪرڻ تي روزو ڇڏڻ جو حڪم

سوال: ڇا ٿا فرمائن عُلماءِ ڪرام ھن مسئلي جي باري ۾ تہ ڪنھن جي عرب شريف روانگي ھجي ۽ تقريباً ڏينھن جو ٻارھن وڳي فلائٽ ھجي، تہ ڇا ان صورت ۾ ان ڪي ان ڏينھن جو روزو ڇڏڻ جي اجازت ھوندي؟ جڏھن تہ ڊگھي سفر جي سبب طبيعت تي اثر پوڻ ۽ اُلٽي اچڻ جو انديشو بہ ھجي؟ رھنمائي فرمائيندا.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اَلۡجَوَابُ بِعَوۡنِ الۡمَلِکِ الۡوَھَّابِ اَللّٰھُمَّ ھِدَایَۃَ الۡحَقِّ وَالصَّوَابِ

جيڪڏھن ڪو شخص صبح صادق جي وقت شرعي مسافر نہ ھجي بلڪ ان ڏينھن سفر ڪرڻو ھجي تہ ھي سفر اڄ جي روزي ڇڏڻ جي لاءِ عُذر نہ بڻجندو، ان ڏينھن جو روزو رکڻ فرض ھوندو. تنھنڪري پڇيل صورت ۾ ان سفر جي وجھ سان، بيان ڪيل انديشن جي وجھ سان، ٿوري گھڻي طبيعت خراب ٿيڻ سبب ان ڏينھن جو روزو ڇڏڻ جي ھرگز اجازت ناھي جيستائين جو مرض جي اھا ڪيفيت ثابت نہ ٿي وڃي جنھن ڪي شريعت روزو ٽوڙڻ يا نہ رکڻ جي رخصت قرار ڏنو آھي. (البحر الرائق،492/2-الاختيار لتعليل المختار،173/1-بہار شریعت، 1003/1-فتاوٰی نوریہ،201/2، 202)

وَاللّٰہُ اَعۡلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَرَسُوۡلُہٗ اَعۡلَم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم



# مدني مذاڪري جا سوال جواب

## (1) شهزاديءِ ڪونين جي والدهءِ ماجده جو نالو

سوال: شهزاديءِ ڪونين سيّده فاطمةُ الزهراء رضی اللہ عنہا جي امڙ سائڻ جو نالو ڇا آهي؟

جواب: اُمّ المؤمنين حضرت سيدتنا خديجةُ الڪُبرٰي رضی اللہ عنہا.

(طبقاتِ ابنِ سعد، 16/8-مدنی مذاکرہ، بعد نمازِ عصر، 21 رمضان شریف 1441ھ)

## (2) اعتڪاف جي نيّت ۽ وقت

سوال: منهنجي گهر واري (رمضان شريف جي آخري ڏهن ڏينهن جي) اعتڪاف ۾ ويهڻ چاهي ٿي، ان جو وقت بيان فرمايو ۽ ڪهڙي نيّت ڪرڻي آهي؟ پڻ ڇا اعتڪاف جي نيّت ڪري وٺڻ کان بعد نفل پڙهڻ ضروري آهي؟

جواب: ان اعتڪاف جو وقت هي آهي تہ 20 رمضانُ المبارڪ جو سج لهندي وقت اسلامي ڀائرَ مسجد ۾ ۽ اسلامي ڀينرون مسجدِ بيت (يعني گهر ۾ نماز پڙهڻ جي لاءِ مقرر ڪيل جڳهہ) ۾ اعتڪاف جي نيّت سان موجود هجن، سج لهندي ئي اعتڪاف شروع ٿي ويندو. (بہارِ شریعت، 1021/1 ماخوذاً) 20 رمضان شريف جي سج لهڻ کان ڪجهہ دير پهريان اعتڪاف جي لاءِ مسجد ۾ اچي وڃڻ مناسب آهي، البت اعتڪاف جي لاءِ نفل پڙهڻ شرط ناهي، صرف نيّت ئي ڪافي آهي تہ مان رمضان جي آخري ڏهي جي سنّت اعتڪاف جي نيّت ڪريان ٿو! نيّت ۾ زبان سان چوڻ بہ شرط ناهي، بلڪ دل ۾ نيّت هجڻ ڪافي آهي ۽ عام طور دل ۾ هي نيّت هوندي آهي، ڇو جو سنّت اعتڪاف سال ۾ هڪ ڀيرو ئي ٿيندو آهي. (مدنی مذاکرہ، بعد نمازِ عصر، 20 رمضان شریف 1441ھ)

(رمضانُ المبارڪ جا فضائل، روزن، تراويح ۽ اعتڪاف وغيره جا مسئلا ڄاڻڻ جي لاءِ مڪتبةُ المدينہ جو ڪتاب ”فيضانِ رمضان“ پڙهو)

## (3) پياري نبي ﷺ جي نانيءَ جو نالو

سوال: حُضور نبي ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّم جي نانيءَ جو نالو ڇا هو؟

جواب: پاڻ صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّم جي ناني صاحبہ جو نالو بَرّہ هو.(فتاویٰ رضویہ، 293/30) بَرّہ جي معنيٰ آهي: نيڪوڪار.

(مدنی مذاکرہ،8ربیع الاوّل1441ھ)

## (4) مولا علي کي "شيرِ خُدا" ڇو چيو ويندو آهي؟

سوال: حضرت سيّدنا مولا مشڪل ڪُشا عليُّ المُرتضيٰ رَضِیَ اللہُ عَنْہ کي "شيرِ خُدا" چيو ويندو آهي، هي ارشاد فرمايو "شيرِ خُدا" مان ڇا مُراد آهي؟

جواب: سرڪارِ مدينہ صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّم جن حضرتِ سيدنا علي رَضِیَ اللہُ عَنْہ کي "اَسَدُ الله" جو لقب عطا فرمايو جنهن جو ترجمو "خُدا جو شير" آهي. (شرف المصطفیٰ، 32/6) ياد رهي! شير نهايت بهادر جانور آهي، ان کي جنگل جو بادشاھ چيو ويندو آهي، اهو ٻئي جو ڪيل شڪار ناهي کائيندو بلڪ پاڻ شڪار ڪندو آهي، جڏهن تہ بهادر شخص کي بہ "شير" چوندا آهن، ڇو تہ حضرت علي رَضِیَ اللہُ عَنْہ نهايت بهادر هئا، ان ڪري سندن کي "شيرِ خُدا" چيو ويندو آهي.

(حضرت سيدنا علي رَضِیَ اللہُ عَنْہ جي سيرت جي باري ۾ ڄاڻڻ جي لاءِ مڪتبةُ المدينہ جو رسالو "ڪراماتِ شيرِ خُدا" پڙهو)

## (5) هڪ فطرو اڌ اڌ ڪري ٻن جڳهن تي ڏيڻ ڪيئن؟

سوال: ڇا هڪ فطرو اڌ اڌ ڪري ٻن جڳهن تي ڏئي سگون ٿا؟

جواب: ڏئي سگهون ٿا، بهارِ شريعت ۾ آهي: هڪ شخص جو فطرو هڪ مسڪين کي ڏيڻ بهتر آهي ۽ ٻن ٽن مسڪينن کي ڏئي ڇڏيو تڏهن بہ جائز آهي، هڪ مسڪين کي ڪجهہ ماڻهن جو فطرو ڏيڻ بہ جائز آهي جيتوڻيڪ سڀ ئي فطرا مليل (يعني مڪس) هجن.

(بہارِ شریعت، 940/1-مدنی مذاکرہ، بعد نمازِ تراویح، 18رمضان شریف 1440ھ)

## (6) عَنِّي ۽ عَنَّا ۾ فرق

سوال: "اَللّٰهُمَّ اِنَّكَ عَفُوٌّ كَرِيْمٌ تُحِبُّ الْعَفْوَ فَاعْفُ عَنِّيْ" هن دعا جي آخري لفظ کي ڪو "عَنِّي" چئي ڪري پڙهندو آهي ۽ ڪو "عَنَّا"، صحيح ڇا آهي؟

جواب: حديثِ پاڪ ۾ "فَاعْفُ عَنِّيْ" آهي هن جو مطلب آهي: "مونکي معاف فرماءِ"، جيڪڏهن "عَنَّا" پڙهيو وڃي تہ ان جو مطلب ٿيندو: "اسان کي معاف فرماءِ" يعني عَنَّا جمع جي لاءِ ايندو، هونئن بہ آمين چوڻ وارو دعا ۾ شامل ٿي ويندو آهي. هتي حديثِ پاڪ جا الفاظ "فَاعْفُ عَنِّيْ" ئي چوڻ مناسب آهي.

(مدنی مذاکرہ، بعد نمازِ تراویح، 23رمضان شریف 1441ھ)

## (7) شوال جي نفل روزن ۾ قضا جي نيّت ڪرڻ ڪيئن؟

**سوال:** جن عورتن جي رمضان المبارڪ جا فرض روزا ڪنهن عُذر جي وجھ سان رهجي ويندا آهن، ڇا اهي شوالُ المڪرم جي 6 روزن ۾ انهن قضا روزن جي نيّت ڪري سگهن ٿيون؟

**جواب:** قضا روزن سان گڏ نفل روزا نہ ٿيندا لهٰذا قضا روزا ۽ شوال جا نفل روزا الگ الگ رکيا وڃن.

(فتاویٰ ہندیہ، 1/197-مدنی مذاکرہ، بعد نمازِ تراویح، 20رمضان شریف 1441ھ)

## (8) ٻار عيد جي رقم جو ڇا ڪن؟

**سوال:** عيد جي ڏينهن ننڍن ٻارن کي جيڪا عيد جي خرچي ملندي آهي، ان کي ڪيئن استعمال ڪن؟

**جواب:** عيد جي ڏينهن ٻارن کي جيڪا خرچي ملندي آهي ٻار ئي ان جا مالڪ هوندا آهن. ڪڏهن ٻار پاڻ سمجهدار هوندو آهي تہ پاڻ وٽ ڪجھ نہ ڪجھ پيسا محفوظ ڪري وٺندو آهي. ٻار پنهنجي عيد جي خرچي پنهنجي والد صاحب وٽ بہ جمع ڪرائي سگهن ٿا. سرپرست کي بہ گهرجي تہ ٻارن جي عيد جي خرچي پاڻ وٽ محفوظ رکي يا انهن پيسن مان ٻارن کي ڪا شيءِ وٺي ڏي.

(مدنی مذاکرہ، بعد نمازِ عشا، پہلی شوّال شریف 1441ھ)

## (9) گهر ۾ لڳل وڻ وڍرائڻ ڪيئن؟

**سوال:** مان هڪ گهر خريد ڪرڻ چاهيان ٿو پر ان گهر جي وچ ۾ ناريل جو وڻ لڳل آهي، ان کي وڍرائڻ ڪيئن رهندو؟

**جواب:** وڻ وڍرائڻ شرعاً جائز آهي. ڪجھ ماڻهو گهرن ۾ موجود ناريل وغيره جو وڻ يا لتڪيل ٽارين کي وڍيندي ڊڄندا آهن ڇو ڻ جنن جي فوج انهن تي حملو ڪري ڏيندي يا جن جو پورو خاندان ويٺو آهي ۽ اهو هن انتظار ۾ آهي تہ توهان هن وڻ کي لوڏيو تہ اسان توهان کي لوڏڻ شروع ڪري ڇڏينداسين!

**ياد رکو!** وڻ تي جنن جو ٺڪاڻو هجي هي ضروري ناهي. دنيا ۾ روزانو ڪروڙين وڻ وڍيا ويندا هوندا مزدور تہ پورو جو پورو جنگل وڍي ڇڏيندا هوندا، پر جنَّ انهن کي تنگ ڇو نہ ٿا ڪن؟ اهڙيءَ طرح گهرن ۾ ڪاٺين جا دروازا هوندا آهن، هي ڪٿان ايندا آهن؟ يقيناً وڻن کي وڍيو ويندو آهي جنهن جي ڪاٺين مان دروازا، فرنيچر، ميز ۽ ڪرسيون وغيره ٺاهيون وينديون آهن. بهرحال جيڪڏهن توهان وهم ڪندا تہ ٿي سگهي ٿو تہ آزمائش ۾ مبتلا ٿي وڃو، لهٰذا وهم نہ ڪرڻ گهرجي، اللہ ڪريم حفاظت ڪرڻ وارو آهي.

(مدنی مذاکرہ، بعد نمازِ عشا، 8 شوّال شریف 1441ھ)

# روزي جو مقصد

مولانا سيّد عمران اختر عطاري مدني

روزو مسلمانن تي فرض آهي، بلا عذر روزو نه رکڻ ڪبيره گناهه ۽ جهنم ۾ وٺي ويندڙ ڪم آهي جڏهن ته هن عظيم عبادت جي بجاآوري تي جنت جي بشارت آهي. روزو هڪ خاص مقصد جي تحت رکيو ويندو آهي جيڪڏهن اسان جي هن مقصد تي نظر نه هجي ته اسان هن عبادت جو پورو فائدو ۽ ذوق نه حاصل ڪري سگهنداسين. جيڪڏهن اسان کي روزي جي مقصد کان آگاهي نه هجي يا آگاهي ته هجي پر اسان هن مقصد کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪيون ته اسان کي ڊپ وڃڻ گهرجي جو حديث پاڪ ۾ فرمايو ويو آهي: ڪيئي روزيدار اهڙا آهن جو انهن کي سندن روزي مان بک ۽ اُڃ کان سواءِ ڪجهه حاصل ناهي ٿيندو.[1]

اچو روزي جو مقصد، هن مقصد جي اهميت ۽ ان جي حصول ۾ رنڊڪ وجهندڙ رڪاوٽن ۽ ان جي حل تي غور ڪيون ٿا:

**روزي جو مقصد:** الله پاڪ جو فرمان آهي:

يٰۤاَیُّهَا الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا كُتِبَ عَلَیْكُمُ الصِّیَامُ كَمَا كُتِبَ عَلَى الَّذِیْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ (۱۸۳)

ترجمو ڪنز العرفان: اي ايمان وارؤ! اوهان تي روزا فرض ڪيا ويا جيئن توهان کان اڳين ماڻهن تي فرض ڪيا ويا ته جيئن توهان پرهيزگار بڻجي وڃو.[2]

هن آيت ۾ واضح طور تي روزي جو مقصد تقويٰ حاصل ٿيڻ ٻڌايو ويو آهي. تقويٰ جو مطلب هي به آهي ته منع ڪيل شين کان باز رهي پاڻ کي گناهن کان روڪي ڇڏجي.[3]



چوتہ تقويٰ جو بنياد ئي باز رهڻ ۽ رڪجي وڃڻ تي آهي تہ ڪائڻ پيئڻ دستياب هجڻ ۽ ان جي خواهش هجڻ جي باوجود بہ روزيدار سيني جي سامهون ۽ اڪيلائي ۾ پنهنجي خواهش تي ڪنٽرول ڪري ويندو آهي ۽ صرف حڪم الٰهي جي تابعداري ۾ پاڻ کي ڪائڻ پيئڻ کان روڪي وٺندو آهي ۽ چوتہ پاڻ کي قابو ۾ رکڻ ۽ نفس کي الله پاڪ جي حڪم جو تابع رکڻ جي صلاحيت روزي جي ذريعي پرپور انداز ۾ حاصل ٿيندي آهي ۽ ان سان گناهن کي ڇڏي ۽ خواهشن کي روڪي سگهجي ٿو انهيءَ ڪري روزي جو انجام ۽ مقصد تقويٰ کي سڏيو ويو آهي بلڪ هڪ حديث ۾ بہ نڪاح کي بدنگاهي ۽ پريشان نظري کان بچڻ جو ۽ شرمگاه جي حفاظت جو ذريعو قرار ڏئي ڪري فرمايو ويو آهي تہ جنهن ۾ نڪاح جي استطاعت ناهي اهو روزا رکي جو روزو خواهشن کي ختم ڪندو آهي.(4)

قرآنِ پاڪ ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي تقويٰ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي. جيئن ڪٿي تقويٰ اختيار ڪرڻ جي وصيت ۽ تاڪيد بيان فرمائي(5) تہ ڪٿي ان کي استطاعت جي مطابق اپنائڻ جو حڪم ڏنو،(6) ڪٿي تقويٰ ۽ پرهيزگاري کي سيني کان بهتر زاد راه قرار ڏنو(7) تہ ڪٿي سيني کان بهتر لباس،(8) ڪٿي اهل تقويٰ کي هن ڳالهہ جو يقين ڏياريو ويو تہ الله پاڪ ان سان گڏ آهي (9) تہ ڪٿي انهن جي لاءِ جنت ۾ داخلا جي خوشخبري بيان ٿي (10) ۽ هڪ هنڌ آسمان ۽ زمين جي برڪتن کي تقويٰ اختيار ڪرڻ تي موقوف فرمايو.(11) ان کان علاوه بہ ڪيتريون آيتون ۽ قرآني مفهوم آهن جن سان الله پاڪ جي نزديڪ اهل ايمان جي لاءِ تقويٰ جو انتهائي اهم هجڻ معلوم ٿئي ٿو تنهنڪري روزي سان تقويٰ جهڙي اهم شيءِ جو حاصل ٿيڻ بہ روزي جي اهميت جو پتو ڏئي ٿو.

روزي جو مقصد حاصل نہ ٿيڻ جا سبب: روزو رکي ڪري بہ روزي جو مقصد يعني تقويٰ نہ حاصل ٿيڻ جا سبب هي ٿي سگهن ٿا: روزي جو مقصد ئي معلوم نہ هجڻ سحري کان افطاري تائين صرف بکيو ۽ پياسو رهڻ ئي روزي جو مقصد سمجهي ويهڻ، روزي جي آداب ۾ ڪوتاهيون ڪندو رهڻ حالانڪ روزي جي معاملي ۾ هن وڏي غلط فهمي کي رسول ڪريم [illegible] ڳورو ڪندي ارشاد فرمايو: روزو هن جو نالو نہ آهي تہ ڪائڻ ۽ پيئڻ کان رڪجي وڃجي، بلڪ روزو تہ هي آهي تہ هر بيهوده ڳالهہ کان بچيو وڃجي.(12)

لهٰذا تقويٰ کي اهم سمجهندي ۽ روزي جي ذريعي ان کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۽ تمنا ڪرڻ جي باوجود جيڪڏهن روزي جي آداب جو خيال نہ

رکيو وڃي ته روزي جي نورانيت ۽ تقويٰ نه ملندي جيئن ته پياري آقا، مکي مدني صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: روزو ڍال آهي، جيستائين ان کي ضايع نه ڪيو هجي. عرض ڪيو ويو، ڪهڙي شيءِ سان ضايع ٿيندو؟ ارشاد فرمايائون: ڪوڙ ۽ غيبت سان.(13)

حل ۽ علاج: روزو رکي ڪري به جنهن کي تقويٰ نه ملندو هجي ان جي لاءِ علاج هي آهي ته تقويٰ حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بڻجڻ وارن انهن تمام سببن کي ختم ڪري جيڪي مٿي بيان ڪيا ويا آهن. روزي جا حقوق ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، امام المتڪلمين مولانا نقي علي خان رَحْمَۃُ اللہِ عَلَیْہ فرمائن ٿا: روزي جو حق هي آهي ته دل کي غير جي انديشي کان خالي ڪري ۽ ڏينهن ياد الٰهي ۾ گذاري. (14) پيٽ جي روزي سان گڏوگڏ سڄي جسم جي ظاهر ۽ باطن جو به روزو رکيو وڃي، اميراهل سنت حضرت علامہ مولانا الياس عطّار قادري دَامَتْ بَرَکَاتُہُمُ الْعَالِیَہ فرمائن ٿا: حقيقي معنيٰ ۾ روزي جون برڪتون ته انهيءَ وقت نصيب ٿينديون، جڏهن اسان تمام اعضاء جا به روزا رکون.(15)

اهل علم حضرات قرآن و حديث جي ڪثير مطالعي ۽ وسيع علمي تجربن جي روشني ۾ روزي جون جيڪي حڪمتون بيان ڪيون آهن انهن کي پيش نظر رکڻ سان به روزي کي ماڻڻ ۾ ڪاميابي ملي سگهجي ٿي

روزي جون حڪمتون: پيٽ ڀرڻ سان نفس طاقتور ٿي ويندو آهي ۽ خالي رهڻ سان روح ۾ قوت اچي ويندي آهي لهٰذا جن ڏينهن ۾ روزو ناهي هوندو ته نفس جي غذا جو جڏهن ته روزي واري ڏينهن ۾ روح جي غذا جو بندوبست ٿي ويندو آهي. روزو پيٽ جي تمام بيمارين جو علاج آهي، جيڪڏهن ڪو هر مهيني ۾ ٽي ڏينهن جا روزا رکندو ڪري ته هُو پيٽ جي بيمارين کان محفوظ رهندو. روزي سان فقر ۽ فاقي جي قدر معلوم ٿيندي آهي. روزي ۾ پنهنجي ٻانهي ۽ رب جي مالڪ هجڻ جو اظهار ٿيندو آهي ته اسان پنهنجي ڪنهن شيءِ جا مستقل مالڪ ناهيون، گهر ۾ سڀ ڪجهه آهي پر رب پاڪ روڪي ڇڏيو ته ڪجهه استعمال نٿا ڪري سگهون. روزي سان بُک برداشت ڪرڻ جي عادت بڻبي آهي ته جيڪڏهن غربت جو منهن ڏسڻو پيو ته روزيدار صبر ڪندو. روزي ۾ بُک برداشت ڪرڻي هوندي آهي ان سان روح گناهن کان باز رهندو آهي.(16) روزي سان رياضت ۽ نفس ڪشي(نفس جو زور ٽوڙڻ) جي مشق ٿيندي آهي. شهوت ۽ غصو جيڪو تمام گناهن جي اصل جڙ آهي روزي سان ان جي قوت ڪمزور ٿي ويندي آهي. هن سان شيطان جا رستا تنگ ٿي ويندا آهن. دل جي پاڪيزگي، رقت

قلبي، عبادت جي لذت، انڪساري، دوزخ جي ياد، شهوت جو خاتمو ۽ غير ضروري ننڊ کان نجات ملندي آهي.(17)

(1) ابن ماجہ، 2/ 320، حدیث: 1690

(2) پ2، البقرۃ: 183

(3) مفردات امام راغب، 531

(4) بخاری، 3/ 422، حدیث: 5066

(5) پ5، النسآء: 131

(6) پ28، التغابن: 16

(7) پ2، البقرۃ: 197

(8) پ8، الاعراف: 26

(9) پ14، النحل: 128

(10) پ24، الزمر: 73

(11) پ9، الاعراف: 96

(12) مستدرک للحاکم، 2/ 67، حدیث: 1611

(13) معجم اوسط، 3/ 264، حدیث: 1536

(14) جواہر البیان، ص91

(15) فیضانِ رمضان، ص83

(16) رسائلِ نعیمیہ، ص294

(17) جواہر البیان، ص [illegible]

مفتی محمد قاسم عطاری

# عبادت جا فائدا ڪٿي آهن!!

## عبادت جي اهميت

دينِ اسلام ۾ الله جي سڃاڻپ، ان جو عرفان حاصل ڪرڻ ۽ پوءِ بارگاهِ الٰهي ۾ مُقرب انسان بڻجڻ جي لاءِ "عبادت" جي حيثيت ڪَرنگهي جي هڏي جيان آهي. عبادت سان انسان جو خُدا سان تعلق مضبوط ٿيندو، روحاني ترقي نصيب ٿيندي ۽ معرفتِ الٰهي کي سڪون ملندو آهي. اها ئي اخلاص سان ڀَرپور عبادت انسان کي خالق جي ويجهو ڪندي ۽ مخلوق ۾ عزّت بڻائيندي آهي. عبادت جي لاءِ ئي انسان کي زندگي ڏني وئي، جيئن تہ خالق ڪائنات ارشاد فرمايو: ﴿وَ مَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَ الْاِنْسَ اِلَّا ... ﴾ ترجموڪنزالعرفان: ۽ مون جن ۽ انسان ان لاءِ پيدا ڪيا تہ منهنجي عبادت ڪن. (... سورة ذاريٰت 56)

## عبادت جا فائدا!

عبادت جا بيشمار فائدا آهن، جيئن تہ نماز جي متعلق قرآن ۾ فرمايو ويو: ﴿اِنَّ الصَّلٰوةَ تَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ﴾ ترجموڪنزالعرفان: بيشڪ نماز بيحيائي ۽ بُري ڳالھ کان روڪي ٿي. (سيپارو: 20، سورة عنڪبوت: 45) نماز جي هن فائدي کان علاوه هن جي پابندي ماڻهوءَ ۾ احساس ذميداري ۽ وقت جي پابندي جي عادت پيدا ڪندي آهي، دل جي اطمينان ۽ روحانيت ۾ اضافو ٿيندو آهي. روزي جو فائدو هي بيان فرمايو ويو: ﴿لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ﴾ ترجموڪنزالعرفان: توهان پرهيزگار بڻجي وڃو. (سيپارو: 2، سورة بقرة: 183) روزو نفس کي قابو ڪرڻ جي عملي تربيت آهي ۽ ان کان علاوه روزو رکڻ سان غريبن جي غربت ۽ فاقي جي پريشاني ۽ بُکَ جي تڪليف جو احساس پيدا ٿيندو آهي. مطلب تہ! مختلف عبادتون ديني فائدن سان گڏوگڏ بيشمار دنياوي فائدن تي مُشتمل هونديون آهن.



## اسان کي عبادت جا فائدا ڇو نظر ناهن ايندا!!

هتي هڪ سوال فوراً ذهن ۾ ايندو آهي ته جيڪي فائدا قرآن ۽ حديث ۽ اُمت جي عالمن بيان ڪيا آهن، اهي اسان کي اردگرد نظر ڇو ناهن ايندا! نماز کي بي حيائي ۽ بُري ڳالهه کان روڪڻو هو پر نمازي مسجد کان ٻاهر ايندي ئي زبان جو لغام شيطان کي پڪڙائي ڇڏيندو آهي، جيئن نماز کان پهريان حالت هئي ايئن ئي بعد ۾ هوندي آهي، روحانيت وڌڻ جي بدران ڪيفيت اُبتڙ آهي، احساسِ ذميداري جاڳڻ جي بدران گهٽ يا ختم ٿيندي پئي وڃي. اهڙيءَ طرح روزيدار جي تقوٰي وڌڻي هئي، پر اهو پنهنجي گناهن ۾ مَگن آهي. روزي ۾ نفس کي قابو ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿيڻ جي بدران معمول کان وڌيڪ ڪاوڙ نظر ايندي آهي. ائين ئي جنهن حجَ زندگي ۾ انقلاب آڻي، حرام مال کان روڪي ڪري گناهن کي ڇڏرائڻو هو، اهو حاجي حج کان بعد انهيءَ طرح حرام ڪمائي، گِراهڪن کي ڌوڪو ڏئي رهيو ۽ گناهن جي ڪڏي ۾ ڦاٿل آهي. مطلب ته! عبادت جا جيڪي فضائل ۽ فائدا بيان ڪيا ويا آهن اهي اسان کي عام زندگي ۾ ائين نظر ناهن ايندا جيئن ڪتابن ۾ لکيا ويا ۽ اهلِ علم بيان ڪندا آهن، آخر ائين ڇو؟

## اسان جون عبادتون ڇو موثر ناهن!

مٿي بيان ڪيل سوال جو جواب هي آهي ته سوال ۾ ڪيئي حقيقتن کي پيش نظر ناهي رکيو ويو. پهرين حقيقت هي آهي ته انهن عبادتن جا بيان ڪيل فائدا ۽ نتيجا يقيني طور تي درست آهن، ڇوته اسان کي هزارين بلڪ لکين سلفِ صالحين ۽ بزرگانِ دين جي زندگي ۾ بلڪل واضح طور تي هي تمام فائدا ۽ برڪتون نظر اينديون آهن. انهن عبادتن بزرگن ۾ نورِ ايمان، قوتِ يقين، اطمينانِ قلب، باطني روحانيت، وقت جو قدر، تقوٰي ۽ طهارت، آخرت جو فڪر، حقن جي ادائيگي جو جذبو، نفس کي مارڻ، غريبن جو احساس، محرومن جي خيرخواهي، ڏکايلن جي غمخواري ۽ حرام مال کان بچڻ جو جذبو پيدا ڪيو، بلڪ ان کي وڌائي ڪري ڪمال مرتبي تائين پهچائي ڇڏيو. ٻي حقيقت هي آهي ته اسان ڪڏهن ڪڏهن سوال ۾ قائم ڪيل تاثر صرف پنهنجي شهر يا پنهنجي مُلڪ کي سامهون رکي ڪري بيان ڪندا آهيون، جڏهن ته جيڪڏهن ٻين شهرن ۽ مُلڪن کي سامهون رکي ڪري غور ڪيون ته واضح ٿيندو آهي ته اسان جي آسپاس ئي صورتِ حال خراب آهي، نه ته مجموعي طور تي عبادتون پنهنجا فائدا پهچائي رهيون آهن جيئن عرب ۽ آفريقي مُلڪن ۾ انهيءَ عبادتن جي شوقينن جي حالت ڪافي بهتر آهي. ٽئين حقيقت هي آهي ته اسان جي

آس پاس بہ عبادت جا عادي ۽ مسجد ۽ عالمن سان وابستہ ماڻهو حلال ۽ حرام ۾ فرق ۽ ٻين معاملن ۾ ٻين کان ڪافي بهتر هوندا آهن، جيئن ٿورو غور سان مشاهدو ۽ سروي (Survey) ڪيون تہ خبر پئجي ويندي تہ لکين ماڻهو مٿي بيان ڪيل خوبين سان مُتصف هوندا آهن ۽ ان جي پٺيان وڏو سبب عبادت جي برڪت ئي هوندي آهي.

پر ٻِن سببن جي ڪري ماڻهن جي ان طرف نظر ناهي ويندي. هڪ سبب هي آهي تہ بُرن ماڻهن، بُرين عادتن ۽ "شر" جي ايتري ڪثرت آهي جو ان جي مقابلي ۾ گهٽ مقدار ۾ "ڀلائي" نهايت گهٽ نظر ايندي آهي، تنهنڪري هتي سبب بُرن ۽ برائين جي ڪثرت آهي، نہ وري نيڪين جي عبادت جو مُفيد نہ هجڻ.

ٻي وجهہ هيءَ آهي تہ ماڻهن تائين معلومات پهچائڻ ۽ ذهن سازي ڪرڻ وارا سڀ کان وڏا ذريعا يعني اخبار ۽ ٽي وي تي سيڪيولر ۽ لبرل ماڻهن جو قبضو آهي ۽ انهن جا زهر جهڙا تجزيا جو تہ دين کان پري ڪرڻ ۽ ديندارن کي بدنام ڪرڻ تي مشتمل هوندا آهن، ان ڪري هو "سَرِينهَ جي داڻي" کي "جبل" جيڏو ڪري پيش ڪندا آهن، ڪجهہ غافل نمازين يا بي عمل حاجين جي غلطي کي ائين پيش ڪندا آهن جو ڄڻ هر نمازي ۽ حاجي جو اهو ئي حال آهي. هي پروپيگنڊا (Propaganda) صرف دل جي ميراڻ ۽ باطن جي گندگي آهي، ٻيو ڪجهہ نہ.

ٽئين وجهہ هي آهي تہ ماڻهو عبادت جي فائدن ۾ موجود زماني جي ماڻهن جو تقابل پهريان جي اولياء سان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، مثال طور اڄوڪي زماني جي ماڻهن ۾ حضرت بشر حافي، داؤد طائي، ابراهيم بن ادهم، فُضيل بن عياض رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِم ۽ هنن جهڙن اڪابرين جي روحانيت ۽ ڪردار کي سامهون رکندا آهن، حالانڪہ هي مقابلو ئي غلط آهي. زماني جي بدلجڻ سان اهڙن نتيجن جي اميد رکڻ ئي عجيب آهي. جيڪي عبادت جا بنيادي فائدا آهن اهي اڄ بہ حاصل ٿيندا آهن. باقي ايڏو وڏو ولي بڻجڻ الڳ ڳالهہ آهي. ان ڪمال تائين پهچڻ جي لاءِ ترڪيبي عنصر ئي جُدا هوندا آهن ۽ اهڙا اڪابرين هميشہ ئي ٿورا رهيا آهن، پهريان بہ ۽ هاڻي بہ، جيئن هر سائنسدان آئن سٽائن ۽ نيوٽن ناهي ائين ئي هر عبادت گذار ايڏو وڏو ولي ناهي.

هاڻي سوال هي آهي تہ مٿي تمام جوابن جي باوجود هي ڳالهہ تہ سڀني کي تسليم آهي تہ اسان جي آس پاس نمازين ۽ حاجين جي حالت ۽ ڪيفيت، عبادت مان حاصل ٿيڻ وارن انهن فائدن جي بلڪل ابتڙ آهي جيڪي بيان ڪيا ويندا آهن، تہ آخر ان جي وجهہ ڇا آهي؟ ان جو جواب بہ ٻڌو: ڳالهہ هيءَ آهي تہ اسان جي مُلڪ ۽

وطن جي ڪجھ يا اڪثر ماڻهن ۾ عبادت جا مطلوبہ فائدا ظاهر ناهن مثال طور اسان چئون ٿہ هن وقت دنيا جا اڪثر عبادت گذار ئي انهن فائدن کان محروم آهن، تڏهن بہ عبادت جي فائدن جي ڳالھ پنهنجي جڳھ تي درست آهي ڇوتہ جيڪڏهن ماڻهن جي ڪردار ۽ عمل ۾ اهو ايمان افروز انقلاب پيدا نہ ٿيو جيڪو ٿيڻ گهرجي ها، هي عبادت جو قصور ناهي بلڪ ان جو سبب عبادت جي ادائيگي جي مطلوب معيار کي پورو نہ ڪرڻ آهي.

بي حيائي ۽ بُرائي کان روڪڻ واري، وقت جي پابندي ۽ روحانيت پيدا ڪرڻ واري نماز جو حقيقي معيار ۽ انداز اهو آهي جيڪو حديث ۾ هيئن بيان ڪيو ويو آهي: ان تعبد الله كأنك تراه فإن لم تكن تراه فانه يراك۔ ترجمو تون الله جي عبادت ائين ڪر ڄڻ تون ان کي ڏسي رهيو آهين ۽ جيڪڏهن اهو نہ ٿي سگهي تہ هي يقين رکُ تہ هو توکي ڏسي رهيو آهي. (بخاري،31/1،حديث:50) غور ڪيو تہ هن تصور سان ڪيترا ماڻهو نمازون پڙهن ٿا؟ شايد نمازين جون زندگيون گذري وينديون آهن پر اهڙي نماز پڙهڻ جي توفيق ناهي هوندي، جڏهن تہ اهو ئي نماز جو انداز هو جو جنهن جا فائدا، فضائل ۽ برڪتون ظاهر ٿيڻيون هيون، لهٰذا ايئن نماز ئي ادا ناهي ڪئي، تہ هي چوڻ تہ **"نماز زندگيءَ ۾ تبديلي ناهي آڻي رهي"** درست ناهي، جو خامي "عبادت" ۾ نہ بلڪ نمازي جي عمل ۾ آهي.

اهڙيءَ طرح جنهن رمضان جي روزن تقويٰ، نفس کي قابو، غريبن جي همدردي ۽ فقيرن جي بُک اڃ جو احساس پيدا ڪرڻو هو، اهي اهڙا روزا هئا جن جي ڏينهن ۾ بک اڃ سان گڏ تمام عضوا بہ گناهن کان بچيل رهن ها، پوءِ ڏينهن سان گڏ رات تراويح ۽ تلاوت ۾ گذري ها، جڏهن تہ اسان جنهن رمضان جي هنن فائدن جا اميدوار آهيون ان رمضان ۾ روزيدارن جا ڏينهن سمهڻ جي حالت ۾ يا دڪان يا دفتر ۾ ڪم چوري يا معمول مطابق ناجائز طريقي سان ڪاروبار ڪندي يا عادت مطابق رشوتون ڏيندي وٺندي گذرندا آهن ۽ راتين جو حال هي آهي تہ نوجوانن جون راتيون تراويح ڇڏي ڪري چوري جي بجلي مان ڪرڪيٽ ٽورنامنٽ ۾ يا سڄي رات دوستن سان فضول ڪچهري يا ٽي وي تي ڊراما ڏسندي گذرنديون آهن. رمضان جي اهڙن روزن مان تقويٰ ۽ نفس کي قابو ڪرڻ جي اميد قائم ڪرڻ **"ڪريلي جي ٻج مان انب کائڻ جي اميد رکڻ"** آهي.

اهڙيءَ طرح اعتڪاف جو مثال آهي تہ اسلامي نقطہِ نظر سان اعتڪاف جو روح هي آهي تہ مُعتڪف(اعتڪاف ڪندڙ) مخلوق کان تعلق ٽوڙي ڪري خالق

سان تعلق جوڙي وٺي. تلاوتِ قرآن، ذڪرِ الٰهي، درود ۽ سلام، آخرت جو فڪر، علمِ دين ۽ رضاءِ الٰهي جي لاءِ ڪوشش ڪندو رهي. اهڙو اعتڪاف يقيناً حيران ڪندڙ تبديليون سامهون آڻيندو. هن طرح جو مُعتڪف، اعتڪاف کان بعد بہ نماز جو پابند ۽ نظرن جو محافظ رهندو، ان جي دل مسجد ۾ لڳل ۽ يادِ الٰهي ۾ ڌڙڪندي رهندي، جڏهن تہ ٻي طرف اهڙو معتڪف آهي جو افطار ٿيندي ئي ان جا دوست گروپ ٺاهي ڪري فضول گفتگو ڪرڻ جي لاءِ ان وٽ مسجد ۾ پهچي ويندا آهن. هاڻي اڳين صفن ۾ نمازِ تراويح جي جماعت ٿيندي ۽ هي مُعتڪف پنهنجي گروپ سان گڏ سياسي، سماجي ۽ ڪرڪيٽ جون ڳالهيون ٻڌڻ، ٻڌائڻ ۾ وقت گذاريندو هوندو. اهڙو اعتڪاف ڪڏهن بہ فائدي مند ثابت نہ ٿو ٿي سگهي.

## عبادت جي موثر نہ هجڻ جو مثال!

مٿي ذڪر ڪيل گفتگو کي هيئن بہ سمجهي سگهجي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو ڊاڪٽر ڪنهن زڪام جي مريض کي دنيا جي مهانگي ۽ بهترين دوا ڏي ۽ هن کي استعمال ڪيو، مرض يقيناً ختم ٿي ويندو. هاڻي اهو زڪام جو مريض برف جهڙي ٿڌي پاڻيءَ سان دوا کائي، پوءِ ٿڌي پاڻيءَ سان وهنجي ۽ قميص لاهي ڪري اي سي جي بلڪل سامهون سمهي رهي پوءِ صبح جو زڪام ختم ٿيڻ جي شڪايت سان ڊاڪٽر وٽ وڃي ڪري شڪايت ڪري تہ هيتري مهانگي دوا ۽ بهترين دوا جي باوجود منهنجو زڪام صحيح ڇو ڪون ٿيو؟ تہ ڊاڪٽر جي طرف کان اهو ئي جواب هوندو تہ هن طرح تہ سڄي زندگي زڪام ختم نہ ٿيندو، اوهان دوا سان گڏ دوا جي ٻين تقاضن تي بہ عمل ڪيو تڏهن ئي دوا اثر ڪندي، نہ تہ دنيا جي مهانگي ۽ بهترين دوا سڄي عُمر بہ کائيندا رهو تہ ڪڏهن بہ صحيح نہ ٿيندا.

ڪجھ اهڙي ئي حالت اسان جي اعمال جي آهي جو شريعت جو حڪم تہ بيشمار فائدن ۽ برڪتن سان ڀريل آهي پر اسان جي عملي حالت ۽ انفرادي رَوَيا ان عبادت جي حقيقي تاثير کي زائل ڪري اسان جي لاءِ ٻي فائدا ۽ غير مُفيد ڪري ڇڏيندا آهن. اللہ پاڪ اسان کي حقيقي تقاضن جي مطابق عبادت ڪرڻ وارو بڻائي.

آمِین بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِیّٖن صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

# اسلامي ڀينرن

# جا شرعي مسائل




مفتي ابو محمد علي اصغر عطاري مدني

**(1) زڪوات کان بچڻ جي لاءِ زڪوات جي نصاب کي ڀين جي مِلڪ ڪرڻ ڪيئن؟**

**سوال:** ڇا ٿا فرمائن عُلماءِ دين ۽ مُفتيانِ شرع متين هن مسئلي جي باري ۾ تہ منهنجي والد صاحب سون جا زيورات ڪٽي منهنجي شاديءَ جي لاءِ منهنجي مِلڪ ڪري ڇڏيا آهن اجان شادي ناهي ٿي، هن زيورن تي جيڪا زڪوات بڻجي ٿي اها ادا ڪرڻ جي لاءِ مون وٽ پيسا ناهن، تہ ڇا مان اهي زيوَر پنهنجي نابالغ ڀاڻيجيءَ جي مِلڪ ڪري سگهان ٿي تہ جيئن ان تي زڪوات نہ ٿئي؟

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

پڇيل صورت ۾ اوهان تي زڪوات لازم آهي جو انهيءَ سون مان يا وري ان کي وڪڻي ڪري يا قرض وٺي ڪري زڪوات ادا ڪيو، زڪوات کان بچڻ جي لاءِ حيلو تلاش ڪرڻ جي شرعاً اجازت ناهي.

غمزعيون البصائر ۾ آهي: "الفتوى على عدم جواز الحيلة لإسقاط الزكاة وهو قول محمد رحمه الله تعالى وهو المعتمد" ترجمو: اسقاطِ زڪوات جي لاءِ حيلو ڪرڻ جي لاءِ ناجائز هجڻ تي فتوٰي آهي ۽ اهوئي امام محمد رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْه جو قول آهي، ۽ انهيءَ تي اعتماد آهي.

(غمز عيون البصائر،222/4)

فتاوٰي رضويہ ۾ آهي: اسان جي ڪتبِ مذاهب هن مسئلي ۾....صاف لکي ڇڏيو تہ فتوٰي امام محمد جي قول تي آهي جو اهڙو فعل جائز ناهي، امامُ الائمہ سراجُ الامہ حضرت سيدنا امام اعظم رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْه جو بہ ساڳيو ئي امام محمد وارو مذهب آهي جو اهڙو فعل ممنوع ۽ بُرو آهي."

(فتاوی رضويہ،189/10، 190)

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَم صلّى الله عليه واٰله وسلّم

## (2) شڪ سان گڏ روزي جي نيّت ڪرڻ تي روزي جو حڪم

**سوال:** ڇا ٿا فرمائن عُلماءِ دين ۽ مُفتيانِ شرع متين هن مسئلي جي باري ۾ ته هنده کي رات جو پيٽ ۾ شديد سور پيو ته ان سحري ۾ هن طرح روزي جي نيّت ڪئي ته جيڪڏهن ڏينهن ۾ منهنجي پيٽ ۾ سور ٿيو ته منهنجو روزو ناهي، نه ته منهنجو روزو آهي. هاڻي ٿيو ڪجھ ائين ته فجر نماز کان بعد ان جي پيٽ ۾ شديد سور ٿي پيو جنهن جي ڪري مجبوراً ان کي شربت پيئڻو پيو.

اوهان کان معلوم هي ڪرڻو آهي ته هن صورت ۾ ڇا هنده تي ان روزي جي قضا سان گڏو گڏ ڪفارو به لازم ٿيندو؟ رهنمائي فرمائيندا.

بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَلۡجَوَابُ بِعَوۡنِ الۡمَلِكِ الۡوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الۡحَقِّ وَالصَّوَابِ

فقهاءِ ڪرام جي تصريحات جي مطابق جيڪڏهن اصلِ نيّت ۾ ئي شڪ هجي ته ان صورت ۾ اهو شخص روزو شروع ڪرڻ وارو نه چورائيندو، لهٰذا پڇي ويندڙ صورت ۾ هنده جو اهو روزو شروع ئي نه ٿيو جو جنهن جي قضا يا ڪفارو ان تي لازم ٿئي.

باقي پڇيل صورت ۾ جيڪڏهن اهو فرض روزو هو ته هنده تي ان روزي جي قضا لازم آهي ۽ جيڪڏهن نفل روزو هو ته هنده تي شرعاً ڪجھ لازم ناهي.

بهارِ شريعت ۾ آهي: ”ايئن نيّت ڪئي ته سياڻي ڪٿي دعوت ٿي ته روزو ناهي ۽ نه ٿي ته روزو آهي هيءَ نيّت صحيح ناهي، جيئن ته اهو روزيدار ناهي.“

(بہار شریعت،1/968-المحیط البرھانی،3/364-فتاوی عالمگیری،1/195)

وَاللّٰهُ اَعۡلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَرَسُوۡلُهٗ اَعۡلَم صلَّی اللہ علیہ واٰلہٖ وسلَّم

# مولا عليءَ جي سادگي ۽ عاجزي

مولانا عدنان احمد عطاري مدني

هڪ ڀيري هڪ صحابيءِ رسول تمام پُراڻي چادر پاڻ تي ويڙهي رکي هئي، چادر ايتري قدر پُراڻي ٿي چڪي هئي جو ان جي ٻنهي ڪنارن کان ڌاڳا لٽڪي رهيا هئا، هڪ خادم عرض ڪيو: مونکي اوهان سان ڪجهه ڪم آهي، صحابي فرمايو: توکي ڪهڙو ڪم آهي؟ عرض ڪيائين: هن چادر کي پاڻ کان پري ڪري ڇڏيو، هي ڏٺندي ئي اهي صحابيءِ رسول ويهي رهيا ۽ چادر جو هڪ ڪنارو پنهنجي اکين تي رکي ڪري روئڻ لڳا ۽ ايترو رُنا جو آواز بُلند ٿي ويو، خادم چيو: جيڪڏهن مونکي معلوم هجي ها ته هن ڳالهه سان اوهان کي ايتري تڪليف پهچندي ته چادر جُدا ڪرڻ جو نه چوان ها، صحابي رسول فرمايو: هن چادر سان منهنجي محبت ۾ اضافو ٿيندو آهي هي مونکي منهنجي دوست تحفي ۾ ڏني هئي، خادم پڇيو: اوهان جا دوست ڪير آهن؟ ارشاد فرمايو: حضرت عُمر فاروق( رضی اللہ عنہ).[(1)]

پيارا اسلامي ڀائرو! حضرت سيّدنا عُمر فاروقِ اعظم رضی اللہ عنہ جي تحفي کي سنڀالي ڪري رکڻ وارا، ان کي پائڻ وارا، ان جي محبت کي دل ۾ سمائي رکڻ وارا صحابي رسول ڪي ٻيا نه، بلڪ مسلمانن جا چوٿان خليفا، شيرِ خُدا حضرت سيّدنا عليُ المرتضٰي رضی اللہ عنہ هئا، جتي پاڻ بي شمار خوبين جا مالڪ آهن اتي سندن جي ذات ۾ سادگي جو پهلو به صاف نظر ايندو آهي، علّامہ ابن عبدُ البَر (وفات جو سال:463ھ) فرمائن ٿا: حضرت سيّدنا عليُ المرتضٰي رضی اللہ عنہ گهرو لباس پائڻ ۽ ڪائڻ



جي معامللي ۾ حضرت عُمر رضي الله عنه جي انداز تي هئا،[2] اچو ڪائڻ ۽ لباس جي حوالي سان مولا علي رضي الله عنه جي سادگي ملاحظہ ڪيو:

## 3 درهمن جي قميص

هڪ ڀيري حضرت سيّدنا عليُ المرتضٰي رضي الله عنه بازار ۾ تشريف وني آيا ۽ فرمائڻ لڳا: ڪنهن وٽ سُٺي قميص آهي جيڪو 3 درهمن ۾ وڪڻندو هجي؟ هڪ ماڻهو چيو: مون وٽ آهي، پوءِ وڃي ڪري هڪ قميص ڪڻي آيو جيڪا پاڻ رضي الله عنه کي تمام گهڻي پسند آهي تہ ڪين ارشاد فرمايو: هي تہ 3 درهمن کان وڌيڪ آهي. ان چيو: نہ، بلڪ هن جي قيمت اها ئي آهي. پاڻ رضي الله عنه ٿيلهيءَ مان ٽي درهم ڪڍي ڪري ان کي ڏئي ڇڏيا.[3]

## سڃاڻوءَ کان قميص نہ خريد ڪيائون

هڪ ڀيري سندن پُراڻي چادر جي گوڏ ٻڌي هٿ ۾ دُرو کڻي ڪري بازار پهتا ڇڻ تہ هڪ ڳوٺاڻا معلوم ٿي رهيا هئا، پاڻ رضي الله عنه ڪنهن دڪاندار کان 3 درهمن جي قميص خريد ڪرڻ چاهي ان سندن کي سڃاڻي ورتو تہ پاڻ رضي الله عنه ان کان بہ خريد نہ ڪيائون ٻئي وٽ پهتا تہ ان بہ سڃاڻي ورتو پاڻ رضي الله عنه ان کان بہ قميص خريد نہ ڪيائون پوءِ هڪ ڇوڪري وٽ پهتا ۽ ان کان ٽن درهمن جي قميص خريد ڪيائون، بعد ۾ ڇوڪري جو پيءُ سندن جي خدمت ۾ هڪ درهم کڻي ڪري حاضر ٿيو ۽ چوڻ

لڳو: اها قميص 2 درهمن جي هئي، پاڻ رضي الله عنه (درهم نہ ورتائون ۽) فرمايائون: اسان ٻنهي پنهنجي خوشيءَ سان هي سودو ڪيو هو.[4]

## هڪ درهم نفعو

هڪ ڀيري پاڻ رضي الله عنه ٿُلهي چادر کڻي ڪري بازار ويا ۽ فرمايائون: مون هن چادر کي 5 درهمن ۾ خريد ڪيو آهي، ڪو آهي جيڪو مونکي هڪ درهم نفعو ڏي تہ مان ان کي هيءَ چادر وڪڻي ڇڏيان؟[5] هڪ ڀيري پاڻ تلوار گهرائي ان کي مياڻ مان ڪڍيو ۽ فرمايائون: هن تلوار کي ڪير خريد ڪندو، الله جو قسم! جيڪڏهن مون وٽ هڪ گوڏ جي قيمت هجي ها تہ مان هن تلوار کي نہ وڪڻان ها.[6]

## غلام کي سُٺي قميص ڏنائون

هڪ ڀيري پاڻ رضي الله عنه دڪاندار کان 2 قميصون خريد ڪيون، پوءِ پنهنجي غلام کي فرمايائون: ٻنهي مان جيڪا توکي پسند هجي اها کڻ، ان هڪ کڻين تہ پاڻ رضي الله عنه ٻي ڪنيائون ۽ ان کي پائي ڪري پنهنجي هٿ کي ڏِگهو ڪيو ۽ دڪاندار کي فرمايو: جيڪي آستينون وڌيل آهن انهن کي ڪٽي ڇڏيو، دڪاندار ان کي ڪٽي ڪري سبي ڇڏيو، پاڻ رضي الله عنه ان کي پاتو ۽ اڳتي هليا ويا.[7]

## غرور کان پري لباس

هڪ ڀيري پاڻ رضي الله عنه ٻاهر تشريف

وٺي آيا ته جسم مبارڪ تي 2 چادرون هيون، هڪ چادر جي گوڏ ٻڌل هئي جڏهن ته ٻي چادر باقي جسم تي ويڙهيل هئي، چادر جو هڪ پاسو لٽڪي رهيو هو جڏهن ته ٻيو پاسو مٿي ڪنيل هو ۽ پاڻ رضي الله عنه گوڏ ڪي ڪپڙي جي هڪ ٽڪري سان ٻڌي ڇڏيو هو، هڪ اڻ ڄاڻ ڳوناٽو پرسان گذريو ته چوڻ لڳو: توهان هنن ڪپڙن ۾ ميت لڳي رهيا آهيو. پاڻ رضي الله عنه فرمايو: اي ڳوناٽا شخص! هنن ٻنهي ڪپڙن ڪي مون ان ڪري پاتو آهي ته جيئن غرور کان گهڻو پري رهان، ۽ نماز ۾ گهڻي آساني ٿئي ۽ مومن ٻانهي جي لاءِ سُنو طريقو هئڻ گهرجي.[8]

## سادو لباس

هڪ گستاخ خارجي شخص مولا علي رضي الله عنه ڪي لباس جي باري ۾ ملامت ڪئي ته پاڻ رضي الله عنه فرمايو: اوهان جو هن لباس سان ڪهڙو ڪم؟ منهنجو لباس تڪبر وارو ناهي ۽ وڌيڪ بهتر ته هي آهي جو مسلمان هن معاملي ۾ منهنجي پيروي ڪن.[9]

## سٽو جو ٿيلهو

هڪ ڀيري پاڻ رضي الله عنه هڪ شخص ڪي ڪنهن علائقي تي عامل مقرر ڪيو ۽ نصيحت ڪئي: نماز پڙهڻ وارا راتين جو آرام ناهن ڪندا. پوءِ انهيءَ ڪي فرمايو: ظهر جي وقت مون وٽ اچجانءِ. بهرحال اهو شخص ظهر جي وقت پاڻ رضي الله عنه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو دروازي تي دَربان (يعني چوڪيدار) نه هجڻ جي ڪري سڌو اندر هليو ويو. پاڻ رضي الله عنه تشريف فرما هئا ۽ سندن وٽ هڪ پيالو ۽ پاڻيءَ جو ٿانءُ رکيل هو، ڪجھ دير کان بعد پاڻ رضي الله عنه پنهنجو ٿيلهو گهرايو ته ان شخص جي دل ۾ خيال آيو ته حضرت علي رضي الله عنه مونکي هڪ ذميداري ڏني آهي لهٰذا مونکي ڪجھ هيرا موتي به ڏيندا. پاڻ رضي الله عنه ان ڪي کولي ڪري ڪجھ سٽو ڪڍيا، انهن ڪي پيالي ۾ وڌو ۽ ان ۾ پاڻي ملايو پوءِ پاڻ به پيتو ۽ ان ڪي به پياريو. ان کان رهيو نه ٿيو ته چوڻ لڳو: اي اميرُ المؤمنين! اوهان هن ڪي بند ڪري ڇو رکندا آهيو حالانڪ عراق ۾ کاڌي جي گهڻائي آهي؟ پاڻ رضي الله عنه جن فرمايو: الله جو قسم! مان ڪنجوسي ۽ بخل جي وجھ سان هن ڪي ٿيلهي ۾ بند ڪري ناهيان رکندو، مان ضرورت کان وڌيڪ کاڌو ناهيان خريد ڪندو (۽ ٿيلهي کي بند رکڻ جي وجھ هي آهي ته) مونکي انديشو آهي ته هي ضايع ٿي ويندو ته پوءِ ٻيو کاڌو ٺهرائڻو پئجي ويندو لهٰذا مان هن ڪي محفوظ رکندو آهيان ۽ مونکي پاڪيزه کاڌو کائڻ ئي پسند آهي.[10]

## نفس ڪشي (نفس جو زور ٽوڙڻ)

حضرت مولا علي رضي الله عنه کي ڪنهن فالودو پيش ڪيو ته پاڻ رضي الله عنه ان کي

سامهون رکي ڪري ارشاد فرمايو: بيشڪ تنهنجي خوشبو عُمده، رنگ سُٺو ۽ ذائقو مزيدار آهي پر مونکي هي پسند نہ آهي جو مان پنهنجي نفس کي هن شيءِ جو عادي بڻايا جنهن جو هو عادي ناهي.[11]

## حلووُ نہ کاڌائون

هڪ ڀيري مولا علي رضي الله عنه جي سامهون ڳُجور ۽ گيهہ جو حلوو پيش ڪيو ويو تہ پاڻ رضي الله عنه ان کي پنهنجي ساٿين جي اڳيان رکي ڇڏيو، انهن هن کي کائڻ شروع ڪيو، پاڻ رضي الله عنه ارشاد فرمايو: اسلام گهر ٿيل اُٺ ناهي پر قريش وارن هيءَ شيءِ ڏٺي تہ ان تي ٽُٽي پيا.[12]

## وفات ۽ وصيت

سن 40 هجري 17 رمضان جو ابن ملجم خارجي ڪوفي ۾ جڏهن پاڻ رضي الله عنه تي قاتلاڻو حملو ڪيو تہ سندن جي منهن مبارڪ مان هي ڪلما ادا ٿيا: ربِ ڪعبہ جو قسم! مان ڪامياب ٿي ويس، زهر ۾ ٻوڙيل تلوار جو وار سندن دماغ تائين پهچي ويو هو، پاڻ رضي الله عنه پنهنجي گهر وارن کي ڪجھ وصيتون ارشاد فرمايون: پاڻ رضي الله عنه وٽ نبي ڪريم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي بچيل خوشبو هئي هڪ وصيت هي ڪئي تہ مونکي (رسولِ ڪريم جي) اها خوشبو لڳائي ڪري دفن ڪيو وڃي. پاڻ رضي الله عنه جي زبان تي مُسلسل ڪلمہ طيبہ جاري رهيو، ٽن راتين کان بعد (21 رمضان جو) سندن شهادت ماڻي.[13] پاڻ رضي الله عنه سون چاندي جو ڍيرُ پوئتي نہ ڇڏيو صرف 700 درهم پنهنجي پٺيان ڇڏيا ۽ انهن مان بہ گهروارن جي لاءِ هڪ غلام خريد ڪرڻ جو ارادو رکندا هئا،[14]

---

1. تاریخ المدینہ لابن شبہ، ص938
2. الاستذکار، 329/7
3. فضائل الصحابۃ لاحمد،545/1، حدیث: 912
4. الزهد لاحمد،ص156، حدیث:691
5. الزهد لاحمد، ص157، حدیث·694
6. الزهد لاحمد، 158، حدیث:702
7. الزهد لاحمد،158،حدیث:708
8. الزهد لابن المبارک، ص261، رقم: 756
9. الزهد لاحمد، ص158، رقم:706
10. حیة الاولیاء، 123/1
11. الزهد لاحمد، ص158، رقم:707
12. حیة الاولیاء، 123/1
13. تهذیب الاسماء،329/1–مرقاة المفاتیح،271/1،تحت الحدیث:85
14. الزهد لاحمد، ص:159،حدیث:710

# حضرت رقيه بنتِ رسولُ الله صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم

گلشنِ مصطفٰي جي مهڪندڙ گُلن مان هڪ گُل حضرت رقيه رضی اللہ عنھا بہ آهن جيڪي رسولِ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڌيئرن مان حضرت زينب رضی اللہ عنھا کان ننڍيون ۽ حضرت امِّ ڪُلثوم ۽ بي بي فاطمہ رضی اللہ عنھما کان وڏيون آهن.

**ولادت ۽ قبولِ اسلام:** اعلانِ نبوت کان 7 سال پهريان جڏهن تہ حضور نبي پاڪ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عُمر مبارڪ 33 سال هئي تہ سندن جي پياري شهزادي حضرت رقيہ رضی اللہ عنھا جي ولادت ٿي (1) سندن امڙ امُّ المؤمنين سيدتنا خديجةُ الڪبرٰي رضی اللہ عنھا آهن. پاڻ رضی اللہ عنھا پنهنجي امڙ سائڻ سان گڏ ئي دامنِ اسلام ۾ آيون ۽ پنهنجي امڙ ۽ ڀينرن سان گڏ حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي اسلام تي بيعت ڪئي(2)

**نڪاح** سندن پهريون نڪاح عتبہ بن ابو لهب سان ٿي چڪو هو، پر رخصتي کان پهريان سورة لهب نازل ٿي جنهن ۾ پنهنجي هميشہ واري ذلت ۽ رسوائي جو بيان ٻڌي ڪري ابو لهب تمام ڪاوڙجي پيو ۽ پنهنجي پٽ عتبہ کي مجبور ڪيائين تہ اهو حضرت بي بي رقيہ رضی اللہ عنھا کي طلاق ڏئي ڇڏي، آخر ڪار عتبہ انهن کي طلاق ڏئي ڇڏي، ان کان پوءِ سندن نڪاح اميرُ المؤمنين حضرت عثمان غني رضی اللہ عنہ سان ٿيو. (3)

**اولاد** حضرت رقيہ رضی اللہ عنھا جي پيٽ مبارڪ مان حضرت عثمانِ غني رضی اللہ عنہ جو هڪ پٽ پيدا ٿيو جن جو نالو عبدُ الله هو، ننڍپڻ ۾ هڪ ڪُڪڙ ان جي اک ۾ چُهنب هَئين جنهن جي ڪري چهرو سڄي ويو ۽ بيمار ٿي ڪري 4 ھ ۾ 6 سال جي عُمر ۾ انتقال ڪري ويا. رسولِ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهن جي نمازِ جنازه پڙهائي ۽ حضرت عثمانِ غني رضی اللہ عنہ انهن کي قبر ۾ لاٿو. (4)

**ٻن هجرتن وارا** حضرت رقيہ رضی اللہ عنھا حضرت عثمانِ غني رضی اللہ عنہ سان گڏ ٻہ ڀيرا مڪي کان حبشہ ڏانهن هجرت ڪئي. (5)

پوءِ مديني ڏانهن هجرت ڪئي ۽ هي ٻئي صاحبُ الهجرتين (ٻن هجرتن وارا) جي معزز لقب سان سرفراز ٿيا.(6)

نبي پاڪ صَلَّی اللہ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّمَ جن ارشاد فرمايو: الله پاڪ انهن ٻنهي کي پنهنجو قرب نصيب فرمائي، حضرت لوط عَلَیْہِ السَّلَام کان بعد عثمان اهي پهريان شخص آهن جن پنهنجي گهرواريءَ سان گڏ هجرت ڪئي. (7)

**سيني کان خوبصورت جوڙو** اميرُ المؤمنين حضرت عثمانِ غني ۽ حضرت بي بي رقيہ رَضِیَ اللہُ عَنْھُما جي باري ۾ چيو ويندو هو تہ ”سيني کان خوبصورت جوڙو جيڪو انسانن ڏٺو آهي اهو حضرت رقيہ ۽ انهن جي مڙس حضرت عثمان جو آهي. (8)

**تيمارداري (خدمت) تي خصوصي عنايت**

جنگِ بدر جي وقت حضرت رقيہ سخت بيمار ٿي ويون تہ رسولُ الله صَلَّی اللہ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّمَ جن حضرتِ عثمان کي انهن جي خدمت چاڪري جو حڪم ڏنو، گهرواري جي خدمت ڪرڻ جي سبب جنگ ۾ شرڪت نہ ڪرڻ جي باوجود رسولُ الله صَلَّی اللہ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّمَ انهن کي بدر جي مجاهدين ۾ شمار فرمايو: مالِ غنيمت مان حصو عطا فرمايو ۽ بدر جي شرڪاء جي برابر اجرِ عظيم جي خوشخبري بہ عطا فرمائي.(9)

**وفات** جنهن ڏينهن حضرت زيد بن حارثہ رَضِیَ اللہُ عَنْہُ جنگِ بدر ۾ مسلمانن جي فتح جي خوشخبري کڻي ڪري مديني پهتا تہ ان وقت مسلمان حضرت سيدتنا بي بي رقيہ رَضِیَ اللہُ عَنْھا جي جنّتُ البقيع ۾ تدفين ڪري رهيا هئا. (10)

(1)مواہب لدنیۃ،1/392ماخوذاً
(2)طبقات ابن سعد،8/29
(3)مواہب اللدنیۃ،1/392،393
(4) سد الغابۃ،7/126
(5)طبقات بن سعد،3/40
(6)طبقات ابن سعد،8/29،30
(7)اسد الغبۃ،7/127
(8)شرح الزرقانی علی لمواہب،4/323،324
(9)معرفۃ الصحابۃ،5/141،خوذا
(10)طبقات بن سعد،8/30

# ڪردار برباد ڪرڻ وارو گناهه

مولانا ناصر جمال عطاري مدني

رسول الله صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو:

اِنَّ شَرَّ النَّاسِ مَنْزِلَۃً عِنْدَ اللہِ مَنْ تَرَکَہُ۔ اَوْ وَدَعَہُ النَّاسُ۔ اتِّقَاءَ فُحْشِہٖ

يعني بنا شڪ جي الله جي ويجهو ماڻهن ۾ بدترين اهو آهي جنهن کي ماڻهو ان جي فحش کان بچڻ جي لاءِ ڇڏي ڏين. (1)

هن حديثِ پاڪ ۾ فحش گو (Obscene Talker) جي دنيا ۽ آخرت ۾ ٿيڻ واري نقصان کي واضح ڪيو ويو آهي، هن حديثِ پاڪ کي ٻن حصن ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا:

اِنَّ شَرَّ النَّاسِ مَنْزِلَۃً عِنْدَ اللہِ رسولُ الله صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪيئي سُٺا ڪم ڪرڻ وارن کي خَیرُ النَّاس يا خِیَارُ النَّاس (ماڻهن ۾ بهترين) هجڻ جي خوشخبري ڏئي ڇڏي آهي جهڙوڪ: قرآنِ ڪريم سيکارڻ وارن (2) سُٺي اخلاق وارن (3) ۽ گناه تي وجڻ تي ڪثرت سان توبه ڪرڻ وارن(4) کي بهترين انسان فرمايو ويو آهي.

ائين ئي ڪوڙ ڪمَ اهڙا آهن جن کي ڪرڻ وارن کي پاڻ ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم شَرُّ النَّاس يا اِشْرَارُ النَّاس (ماڻهن ۾ بدترين) هجڻ جي



وعيد ٻڌائي آهي، مثال طور چغلخور، دوستن ۾ جُدائي ڪرائڻ وارو، پاڪ دامنن ۾ عيب تلاش ڪرڻ وارو (5) ۽ مَڪر ڪرڻ وارو (6) بدترين ماڻهن ۾ شمار ڪيا ويا آهن.

مَنْ تَرَكَهُ النَّاسُ اِتِّقَاءَ فُحْشِهٖ جن خامين جي ڪري ماڻهو انسان سان ملڻ پسند ناهن ڪندا انهن مان هڪ فحش (بدڪلامي) به آهي. اچو پهريان فحش ڪلامي جي تعريف ڄاڻون ٿا ۽ ان کان بعد فحش ڪلامي جي وڌيڪ مذمت بيان ڪئي ويندي.

## فحش ڪنهن کي چوندا آهن

شرم وارين ڳالهين کي ڪليل الفاظن ۾ بيان ڪرڻ (7) جيئن گار گند ۽ خراب ۽ بيهوده ڳالهيون ڪرڻ.

## فحش (بدڪلامي) جا نقصان

(1) قيامت جي ڏينهن مومن جي ميزانِ عمل ۾ سڀ کان وڌيڪ وزندار عمل "سُنا اخلاق" هوندا ۽ الله فحش ڪلامي ڪرڻ واري بي حيا ماڻهوءَ کي ناپسند فرمائيندو آهي. (8)

(2) شرم ۽ حيا ايمان جو حصو آهي ۽ ايمان وارو جنّت ۾ ويندو ۽ بيحيائي، فحش گوئي بُرائي جو حصو آهي ۽ بُرائي وارو دوزخ ۾ ويندو. (9)

(3) مومن طعنو ڏيڻ وارو، لعنت ڪرڻ وارو، بدڪلامي ۽ بيهوده گفتگو ڪرڻ وارو ناهي هوندو. (10)

(4) حيا ۽ گهٽ ڳالهائڻ ايمان جون ٻه شاخون آهن ۽ بدڪلامي ۽ گهڻو ڳالهائڻ نفاق جون ٻه شاخون آهن. (11)

حضرت ابراهيم بن مَيسره رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْه فرمائن ٿا ته: "بدڪلامي ڪرڻ وارو قيامت جي ڏينهن ڪُتي جي شڪل يا ڪُتي جي قالِب ۾ ايندو." (11) حڪيمُ الاُمّت مُفتي احمد يار خان نعيمي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْه فرمائن ٿا: خيال رهي ته تمام انسان قبرن مان انساني شڪل ۾ اٿندا پر محشر ۾ پهچي ڪري ڪجھ صورتون مسخ ٿي ويندي‌ون. (13)

## فحش (بدڪلامي) ڪرڻ جا سبب

بدڪلامي جا ڪجھ بنيادي سبب هي ٿي سگهن ٿا

## (1) ٻين کي حقير سمجهڻ

ٻين کي حقير ۽ گهٽ سمجهڻ به بدڪلامي تي اڀاريندو آهي، عام طور تي صفائي سترائي ڪرڻ وارن، هوٽل تي ٽيبل تي ڪاڏو رکڻ وارن، معمولي شيون وڪڻڻ وارن، ملازم، ڊرائيورن وغيره جون دليون گندن لفظن جي ذريعي ڏُکايون وينديون آهن ۽ ائين ڪرڻ جي سبب هي خوش فهمي هوندي آهي ته اسان بهتر آهيون ۽ هي بدتر آهن لهٰذا هي ماڻهو هن سلوڪ جي لائق آهن. ٻين کي حقير سمجهڻ جو خيال به دل مان ڪڍي ڇڏيو الله ڪريم اوهان جي عزّت ۾ اضافو فرمائيندو.

## (2): خراب مذاق ڪرڻ جي عادت

اهڙو مذاق جو ٻئي کي حقير ۽ معمولي سمجهندي ان جي خامين کي ائين بيان ڪرڻ جو جنهن سان کِلَ اچي. (14) هي

مذاق جائز ناهي، ان حقارت واري مذاق ۾ گندا الفاظ بہ شامل ٿي ويندا تہ ٻئي جي عزت جو پيڙو پوڙڻ وڌيڪ آسان ٿي ويندو آهي ۽ هي وڌيڪ سخت گناهہ بڻجي ويندو آهي. ياد رکو! اهو مزاح جنهن ۾ نہ ڪا ناحق ۽ خراب ڳالهہ هجي ۽ نہ ئي ڪنهن جي تحقير جو پهلو نڪرندو هجي تہ اهو جائز آهي جيئن تہ نبي پاڪ ﷺ ارشاد فرمايو: اِنِّي لَاَمْزَحُ وَلَا اَقُوْلُ اِلَّا حَقًّا يعني بيشڪ مان مزاح ڪندو آهيان پر مان حق ڪانسواءِ ڪجهہ ناهيان چوندو. (15)

ڳالهہ ڳالهہ تي گارگند ڪرڻ وارا بہ بدڪلامي ئي ڪندا آهن انهن ڪي بہ عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي، فرمانِ مصطفٰي آهي تہ مومن مومنَ جو ڀاءُ آهي ان تي ظلم ناهي ڪندو، نہ ان ڪي گار ڏيندو آهي نہ ئي ان ڪان بغاوت ڪندو آهي. (16)

## گارگند ڪرڻ مسلمان جو ڪم ناهي

ڪجهہ ماڻهو بدڪلامي جي ڪري ملڻ واري ”بدنامي“ ڪي شهرت ۽ پنهنجو پاڻ ڪان ماڻهن جي خوف زده رهڻ ڪي پنهنجو ”دٻدٻو“ سمجهندا آهن حالانڪ عوام اهڙن سان گفتگو ڪرڻ ڪچري ۾ پٿر اڇلائڻ جي برابر سمجهندو آهي ۽ انهن جي زبان جي وارَ ڪان پنهنجي عزت بچائڻ جي لاءِ پري رهڻ پسند ڪندو آهي.

اسان جي رسولُ الله ﷺ تہ مسلمانن ڪي هڪ جسم فرمايو آهي جنهن جي هڪ حصي ۾ ٿيڻ واري تڪليف ڪي پورو جسم محسوس ڪري سگهي. توهان ڪڏهن سوچيو تہ اُمّتِ مُسلم جي هن هڪ جسم ڪي گارگند ڪرڻ جي عادت ڪهڙي طرح نقصان پهچائيندي آهي، گارگند ڪرڻ مسلمانن جو ڪلچر ناهي بلڪ مسلمانن جي ڪلچر ۾ تہ هڪٻئي ڪي بُري نالي سان پڪارڻ يا نالو خراب ڪرڻ جي بہ گنجائش ناهي، مسلمانن جي ڪلچر ۾ لهجي ڪي ماکيءَ ڪان وڌيڪ مٺو ۽ لفظن ڪي ڪپهہ ڪان وڌيڪ نرم رکڻ شامل آهي. اسلام جي عطا ڪيل آرٽ آف ڪميونيڪيشن تي عُبور حاصل ڪرڻ وارن جي ذريعي ئي دين سڄي دنيا ۾ پهتو ۽ دلين ڪي فتح ڪيو. الله پاڪ جي نيڪ ٻانهن جي زندگي جا حالات اسان ڪي هي ٻڌائين ٿا تہ هي حضرات زبان سان عزّتون ذبح نہ ڪندا هئا بلڪ زبان سان عزّتن ڪي زندگي ۽ عزم ۽ حوصلي ڪي توانائي فراهم ڪندا هئا ۽ پنهنجي عمل سان هي ظاهر ڪندا هئا تہ تعليماتِ نبوي تي عمل ڪري ايئن دلين تي حڪومت ڪئي ويندي آهي.

هن تفصيل مان هيءَ ڳالهہ واضح ٿي تہ الله ڪريم حضور رحمتِ عالَم ﷺ ڪي اسان جي زندگي جا اصول (Rules of life) عطا فرمايا آهن جن تي عمل ڪري جيئڻ جو سليقو بہ اچي ويندو آهي ۽ زندگي مُشڪل بڻائڻ وارن ڪمن ڪان نجات جو رستو بہ ملي ويندو آهي. انتخاب جو اختيار اسان وٽ آهي تہ خواهشات جي پنيان هلون ٿا يا اسلام جي عطا ڪيل زندگي جي اصولن ڪي اپنايون ٿا. اچو! پنهنجو اختيار استعمال ڪيون ۽ اسلام جي عطا ڪيل زندگي جي اصولن ڪي اپنايون تہ جيئن دين ۽ دنيا جون ڪاميابيون حاصل ڪري سگهون.

(1) بخاری، 134/4، حدیث: 6131

(2) بخاری، 3 /410، حدیث: 5027

(3) بخاری، 489/2، حدیث: 3559

(4) شعب الایمان، 418/5، حدیث: 7121

(5) مسند احمد، 291/6، حدیث: 18020

(6) مسلم، ص1050، حدیث: 6454

(7) احیاء العلوم، 151/3

(8) ترمذی، 403/3، حدیث: 2009

(9) ترمذی، 406/3، حدیث: 2016

(10) ترمذی، 393/3، حدیث: 1984

(11) ترمذی، 414/3، حدیث: 2034

(12) اتحاف السادۃ المتقین، 190/9

(13) مراٰۃ المناجیح، 660/6

(14) احیاء العلوم، 162/3

(15) ترمذی، 399/3، حدیث: 1997 معجم کبیر، 299/12، حدیث:
13443

(16) زواجر، 1/ 520

# تربيت اولاد جي نفسيات

ڊاڪٽر زيرڪ عطاري

اولاد الله تعاليٰ جي طرفان انسان جي لاءِ هڪ نعمت آهي ان جي ذريعي انسان جي نالي ۽ نسل جي بقا آهي، هر مسلمان جي خواهش هوندي آهي ته الله پاڪ ان کي نيڪ ۽ صالح اولاد عطا فرمائي جيڪو دنيا ۾ به ان جي اکين جي ٺڏاڻ بڻجي ۽ آخرت ۾ به ان جي نجات جو ذريعو بڻجي.

اولاد جي نيڪ بڻجڻ ۾ والدين جي تربيت جو نهايت اهم ڪردار هوندو آهي. جيڪي والدين پنهنجي ٻارن جي چڱي تربيت ڪندا آهن ته الله پاڪ ان کي ان جو صلو ضرور عطا ڪندو آهي. اولاد جي تربيت دين اسلام جي تعليمات جي مطابق ڪرڻ والدين جي ذميداري ۾ شامل آهي. اڄڪلهه جي دور ۾ هن جو فقدان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اڪثر والدين هن ڳالهه جو اظهار ڪندا آهن ته سندن اولاد خراب ٿي ويو آهي. چوڻ نٿو ڪري. بدتميز ٿي ويو آهي. صفائي ستھرائي جو خيال نٿو رکي وغيره وغيره.

## اولاد جي تربيت ڪيئن ڪئي وڃي؟

ان جا بهترين رهنما اصول قرآن ڪريم بيان ڪيا آهن ۽ ماڊرن سائيڪولوجي ذريعي به انهن اصولن جي تائيد ٿئي ٿي مثلاً ايمان وارن کي نيڪ اعمال ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻ جي لاءِ الله پاڪ جنت جي عاليشان نعمتن جو وعدو ڪيو آهي ۽ گنهگارن کي انهن جي بڇڙن عملن تي جهنم جي سخت سزائن جي وعيد ٻڌائي



آهي. هن اسلوب کي اسان ترغيب ۽ ترهيب جو نالو ڏيندا آهيون.

تربيت جي ميدان ۾ اڄ ماڊرن سائيڪولوجي به هن اصول کي اپنائي رکيو آهي. چڱو ڪم ڪرڻ تي حوصله افزائي ۽ برو ڪم ڪرڻ تي سزا. تربيت جي حوالي سان سائيڪولوجي جي هڪ ٿيوري آهي جنهن کي آپرينٽ ڪنڊيشننگ جو نالو ڏنو ويو آهي.

هن ٿيوري جي مطابق چڱو ڪم ڪرڻ واري انسان جي جيڪڏهن حوصله افزائي ڪئي وڃي ته ٿوري ئي عرصي ۾ ان جي هي چڱائي واري عادت پخته ٿي ويندي ۽ ناپسنديده ڪم ڪرڻ واري کي جيڪڏهن سزا ڏني وڃي ته ٿوري ئي عرصي ۾ ان جي هي بري عادت ڇڏائجي ويندي.

جيڪڏهن تربيت جو هي اسلوب والدين پنهنجي اولاد جي لاءِ صحيح معنيٰ ۾ اپنائي وٺن ته ان شاءالله انهن جو اولاد هر لحاظ کان بهتر ٿي سگهي ٿو. ترغيب ۽ ترهيب جي هن اسلوب کي سامهون رکي اسان ڪهڙي طرح پنهنجي ٻارن جي تربيت ڪري سگهون ٿا؟ هن ضمن ۾ هيٺ ذيل ڳالهين جو خيال رکڻ سان ان شاءالله سٺا نتيجا نڪرندا.

**تربيت اولاد جا بهترين اصول:** (1) جيڪو ڪجهه ٻار کي سيکارڻ چاهيو ٿا اهو دين اسلام جي تعليمات جي مطابق هجي. ان جي لاءِ والدين کي دين جو بنيادي علم حاصل هئڻ ضروري آهي. (2) چڱي نيت جو هجڻ نهايت ضروري آهي. ڇوته اعمال جو دارومدار نيتن تي آهي. اولاد جي تربيت ۾ اسان جي بنيادي نيت الله پاڪ جي رضا ۽ خوشنودي جي هجڻ گهرجي. (3) گهر يا خاندان جي تمام افراد جو انهن اصولن تي هڪجهڙو عمل ڪرڻ ضروري آهي. جيڪڏهن ڪو هڪ فرد به بلاوجهه ٻار کي لاڏلو بڻائيندو ۽ ٻار جي غلط ڳالهين تي ان جي پڪڙ نه ڪندو ته ان سان ٻار جي بگڙڻ جا امڪان وڌي ويندا آهن ۽ وڏن جا به پاڻ ۾ تعلقات خراب رهندا آهن. (4) ٻار جي عقل ۽ سمجهه جي مطابق هر ڳالهه جي ڀرپور وضاحت ڪيو. ڀرپور ٻار کي ٻڌايو ته فلاڻو ڪم ڪرڻ جو صحيح طريقو هيئن آهي. مثلاً ننڍي ٻار کي چئجي ته کاٻو ساڄي هٿ سان کاڌو ويندو آهي کاٻي هٿ سان نه. جنهن ساڄي هٿ جو چئو ته ٻار جي ساڄي هٿ جي طرف اشارو ڪيو ته جيئن ان کي معلوم ٿئي ته هي ساڄو هٿ آهي. (5) جيئن جيئن ٻار وڏا ٿيندا آهن ته اهي پنهنجي ارگرد جي دنيا کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. سوال هن سمجهه جي چابي آهي. والدين کي گهرجي ته جيڪو به تربيت جو ٻئون اصول ٻارن تي لاڳو ڪرڻو هجي ان کي چڱي طرح سمجهايو وڃي. ان اصول تي ٻار جيڪو به سوال ڪري ان جو تسلي بخش جواب ڏنو وڃي. مثلاً ٽي يا چار سال جو

ٻار ڳچي سگهي ٿو ته اسان ساڃي هٿ سان چو ڪائيندا پيئندا آهيون؟ ته والدين ڪي ان جو جواب چڱي طرح ڏيڻو پوندو ته ته جيڪو اصول ٻار مڪمل طور سمجهندو تي ۽ ته اهڙي اصول تي اهو شوق ۽ لڳن سان عمل نه ڪندو.

(6) جڏهن به ٻار مطلوبه اصول تي عمل ڪري تي ان ڪي هر ٻيري Reward (انعام) ضرور ڏيو. انساني نفسيات آهي ته ننڍي عمر ۾ چند ٻيري ملڻ تي ڪم ڪرڻ جي مضبوط عادت ٻڌجي وڃي ٿي. تنهنڪري جيتري ننڍي عمر ۾ ٻار جي تربيت شروع ٿي اوتري آسان هوندي آهي. (7) اهڙي طرح جيڪڏهن ٻار مطلوبه اصول تي عمل نٿو ڪري ته ان تي ان ڪي ضرور ملڻ گهرجي ۽ هر مرتبا ملڻ گهرجي. ايئن ڪرڻ سان ٻار جلدي سکي ويندو نه ته ڪڏهن ڪرڻ ۽ ڪڏهن نه ڪرڻ ٻار جي تربيت ۾ سڀ کان وڏيڪ رڪاوٽ بڻبو آهي. (8) والدين ڪي گهرجي ته هو پنهنجي ٻار جي پسند ڪي چڱي طرح ڄاڻين بس اهو ئي پسند جو ڪم ٻار جو ٻڌجي سگهي ٿو ۽ ناپسنديده ڪم ٻڌجي سگهي ٿو. هن ۾ ٻار جي عمر جو گهڻو عمل دخل آهي. مثلاً هڪ سال جو ٻار ڪنهن مخصوص رانديڪي ڪي پسند ڪندو آهي. ته اهڙي ٻار جي لاءِ هن رانديڪي جو ملي وڃڻ تي بهترين Reward آهي ۽ جيڪڏهن ماءُ پنهنجو چهرو ٻي طرف ڪري ڇڏي ته ٻار ان تي ناخوش ٿيندو آهي. ٻار جي ڪنهن غير مطلوبه ڪم تي ماءُ جو ٻي طرف منهن ڦيري ڇڏڻ ان هڪ سال جي ٻار ڪي سيکاري ڇڏيندو ته ان ڪي هي ڪم نه ڪرڻ گهرجي. (9) جيئن جيئن ٻار وڏا ٿيندا آهن ته ان جي عقل ۽ شعور ۾ اضافو ٿيندو ويندو آهي. پنج يا ڇهه سال کان وڏن ٻارن جي تربيت جو انداز مختلف هجڻ گهرجي. ان سان هر نئون اصول ڊائيلاگ جي ذريعي طئي هجڻ گهرجي جنهن ۾ ٻار جي خواهشن ڪي به سامهون رکيو وڃي. چڱو ڪم ڪرڻ تي تحفو ڪهڙو ملندو ۽ غلط ڪم ڪرڻ تي تنبيهه ڪيئن ڪبي؟ ان تي ٻارن کان راءِ ضرور وٺو. پوءِ جيڪو طئي ٿي ان ڪي لکي ڪري نمايان جڳهه تي لڳايو وڃي. (10) تحرير نمايان جڳهه لڳائڻ جا به فائدا آهن. هڪ هيءُ ته روزانو جي بنياد تي ٻار ڪي اصول ڏيکاري ڪري ان جي يادهاني ڪرائيندا رهو. ڇوته ٻار بعض دفعا وساري به ويندا آهن ۽ ٻيو فائدو هي آهي ته غلط ڪم ڪرڻ تي جڏهن به تنبيهه ڪيو ته تحرير تي لکيل طئي شده تنبيهه ٻار ڪي ضرور ڏيکاريو ۽ ٻار ڪي ٻڌايو ته هن تنبيهه تي ٻار معاهدو ڪيو هو. اهڙي طرح جڏهن ٻار ڪي سزا ملندي ته هو والدين تي غصو ڪرڻ بدران پاڻ ڪي ملامت ڪندو ۽

آئنده ايئن ڪرڻ سان بچندو (11) والدين
تنبيهه ڪرڻ وقت ڪاوڙ جو اظهار نہ ڪن
نہ تہ گهڻو فائدو حاصل نہ ٿيندو. بهترين
تنبيهه اها آهي جنهن ۾ تحمل جو مظاهرو
هجي تہ جيئن ٻار سوچڻ تي مجبور ٿي
وڃي. ان ۾ شريعت جي تعليمات جو علم
هجڻ نهايت ضروري آهي ڇوته بعض
صورتن ۾ اسان کي غصي ڪرڻ جي
حڪم تي عمل ڪرڻو پوندو (12) هر
ممڪن ڪوشش ڪري ٻار کي
مطلوبہ ڪم ڪرڻ کان فوراً بعد ڏيو ڇو تہ
جيڪڏهن ٻار کي پهريان ملي ويو
تہ هو مطلوبہ ڪم نہ ڪندو. جيڪڏهن
ڏيڻ ۾ دير ٿي وئي تہ ان سان ٻار
جي دل ٽٽي ويندي ۽ ايئن ٿيڻ تي تربيت
ڪرڻ ۾ مشڪلات پيش اچي سگهن ٿيون
(13) جيڪو بہ طئي ٿي اهو آسان ۽
سستو هجڻ گهرجي. مهانگو تحفو ڏيڻ ڪا
معني نٿو رکي ڇو تہ ٻار بگڙي بہ سگهي ٿو
۽ اوهان جي لاءِ مالي مشڪلات بہ پيدا ٿي
سگهن ٿيون (14) پنهنجي بزرگن کان
رهنمائي وٺندا رهو ڇوتہ پلائي بزرگ سان
گڏ آهي. اچو هاڻي آخر ۾ ۽
جون بهترين مثالون بہ ڏسڪي
وٺون ٿا

ٻار جي حوصلہ افزائي جون
مثالون: ٻار جي طرف توجهه سان ڏسڻ ٻار
جي طرف ڏسي مسڪرائڻ ٻار کي پيار
ڪرڻ ۽ سيني سان لڳائڻ شاباش ڏيندي
ٻار جي ٻني ٿڦڪڻ ٻار جي ڳالهه توجهه
سان ٻڌڻ ۽ ان جي سوالن جا جواب ڏيڻ
ٻار سان کيڏڻ ان جي مثبت شين جي
تعريف ڪندو رهڻ کائڻ جي پسنديده شيءِ
(جيڪا مضر صحت نہ هجي) وٺي ڏيڻ
پسند جو رانديڪو وغيره وٺي ڏيڻ.

ٻار کي تنبيهه ڪرڻ جون
مثالون:

خاموشي سان رسي ڪري ناراضگي
جو اظهار ڪرڻ چهري کي ٻي طرف ڦيري
ڇڏڻ ٻار کي ٻڌائڻ تہ ماں فلاڻي ڪم جي
ڪري ناراض آهيان. اسڪرين ٽائم کي
گهٽ ڪري ڇڏڻ پسنديده راند کان ٿوري
دير جي لاءِ روڪي ڇڏڻ ديوار جي طرف
منهن ڪري ويهاري ڇڏڻ

# ٻارڙن ٻار ڙين جا 6 نالا (اپريل 2023)

| نالو | معنٰي | نسبت |
|---|---|---|
| عبدالرّحمٰن | ”بهت مهربان“ کا بنده | لفظِ ”عبد“ جي اضافت سان الله پاڪ جو صفاتي نالو |
| اَحْشَم | گهڻو وقار ۽ اطمينان وارو | الله جي آخري نبي صَلَّی اللہ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّمَ جو صفاتي نالو |
| اسماعيل | الله پاڪ جي اطاعت ڪرڻ وارو | الله پاڪ جي نبي عَلَیْہِ السَّلام جو نالو مبارڪ |
| اُمِّ اَيْمَن | برڪت ۽ قوت واري | الله پاڪ جي آخري نبي صَلَّی اللہ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّمَ جي رضاعي (يعني کير پيارڻ واري) ماءُ جو نالو |
| خَدِيجَہ | وقت کان پهريان پيدا ٿيڻ واري ٻارڙي | الله پاڪ جي آخري نبي صَلَّی اللہ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّمَ جي هڪ گهرواري جو نالو مبارڪ |
| اُمِّ ڪُلثوم | گوشت سان ڀَريل چهري واريءَ جي ماءُ | الله پاڪ جي آخري نبي صَلَّی اللہ عَلَیْہِ واٰلِہٖ وَسَلَّمَ جي ڌيءَ جو نالو مبارڪ |

# رمضان ۽ شوّال شريف
# جاڪجھ اهم واقعات

| تاريخ/ مهينو/ سال. | نالو/ واقعو. | وڌيڪ معلومات جي لاءِ پڙهو |
|---|---|---|
| 13 رمضان شريف 253ھ | يومِ وصال ڪامل ولي حضرت سري سقطي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْه | ماهوار فيضانِ مدينہ شعبان شريف 1438ھ |
| 15 رمضان شريف 3ھ | يومِ ولادت حضرت امام حسن مُجتبٰي رَضِیَ اللهُ عَنْه | ”امام حسن جون 30 حڪايتون“ |
| 17 رمضان شريف 2ھ | يومِ بدر ۽ شهداءِ غزوهءِ بدر اسلام ۽ ڪفر جي پهرين جنگ. | ”سيرتِ مصطفٰي، صفحو 209 ڪان 245“ |
| 17 رمضان شريف 57 يا 58ھ | يومِ وصال اُمُّ المؤمنين حضرت عائشہ صديقہ رَضِیَ اللهُ عَنْها | ماهوار فيضانِ مدينہ رمضان شريف 1438 ڪان 1440ھ ۾ ”فيضانِ اُمّهاتُ المؤمنين“ |
| 20 رمضان شريف 8ھ | فتح مڪہ رسولُ الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عظيم ڪاميابي جو ڏينهن | ماهوار فيضانِ مدينہ رمضان 1438 ۽ 1439ھ |
| 21 رمضان شريف 40ھ | يومِ شهادتِ مولا علي مُشڪل ڪُشاء، | شيرِ خُدا حضرت عليُ الْمُرتضٰي رَضِیَ اللهُ عَنْه ”ڪراماتِ شيرِ خُدا“ |
| 22 رمضان شريف 1326ھ | يومِ وصال شهنشاهِ سُخن، مولانا حسن رضا خان رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْه | ماهوار فيضانِ مدينہ رمضان 1438 ۽ 1439ھ |
| رمضان شريف 2ھ | وصال صاحبزادي رسول حضرت بيبي رُقيہ رَضِیَ اللهُ عَنْها | ”سيرتِ مصطفٰي، صفحو 694، 695“ |

# ليلة القدر جون خاصيتون

## ليلة القدر جي اهميت

ليلة القدر اسلام ۾ هڪ خاص رات آهي جيڪا هر سال رمضان جي مهيني ۾ ٿيندي آهي ۽ هن مقدس مهيني جي آخري ڏهن ڏينهن مان هڪ آهي. ليلة القدر رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ سڀ کان اهم رات آهي، جڏهن مسلمان ان دوران عبادت ڪرڻ، ياد ڪرڻ ۽ خدا کي دعا ڪرڻ جو شوق رکن ٿا. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ان جي فضيلت جو ذڪر ڪندي فرمايو ته ”اسان ان کي شب قدر ۾ نازل ڪيو“ ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن اسان کي ان جي سنڀال ڪرڻ ۽ ان کي زنده ڪرڻ جي تلقين ڪئي. ليلة القدر جي خواهش ۽ ان ۾ الله جو فيصلو ٻانهن لاءِ هزار مهينن جي فيصلي کان بهتر آهي، تنهن ڪري مسلمان هن بابرڪت رات ۾ الله تعاليٰ کان دعائون گهرندا آهن.

## شب قدر ڪيئن عطا ٿي

مسلمان ليلة القدر جي وجود تي يقين رکن ٿا، اها هڪ برڪت واري رات آهي جنهن ۾ قرآن پاڪ نازل ٿيو ۽ ان جي تاريخ جو تعين قرآن ۽ سنت رسول الله ﷺ مان ثابت ٿئي ٿو. قرآن پاڪ جي پهرئين آيت سورت القدر ۾ ان ڳالهه جو ذڪر آهي ته قرآن ان ۾ نازل ٿيو ۽ سورت الذاريات ۾ پڻ ارشاد آهي: ”قسم آهي حڪمت واري قرآن جو. رمضان المبارڪ جي بابرڪت رات ۾ نازل ٿيو، ۽ اهو ان جي وجود جي ڏينهن جي تحقيق ڏانهن اشارو ڪري ٿو.

حضرت عَبْدُالله بن عباس رَضِیَ اللهُ عَنْهُمَا فرمائن ٿا: سرڪارِ مدينه صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ وٽ بني اسرائيل جي هڪ شخص جو تذڪرو ٿيو، جنهن هڪ هزار مهيني الله ڪريم جي راهه ۾ وڙهيو. صحابهَ ڪرام عَلَيهِمُ الرِّضْوَان کي ان بابت گهڻو تعجب ٿيو ۽ تمنا ڪرڻ لڳا: ڪاش! انهن جي لاءِ به ائين ممڪن هجي ها. پاڻ سڳورن صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ الله ڪريم جي بارگاهه ۾ عرض ڪيو: اي منهنجا ربّ ڪريم! تو منهنجي اُمّت کي ننڍي عمر عطا ڪئي آهي، هاڻ انهن جا عمل به گهٽ ٿيندا. ته الله ڪريم پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ کي شبِ قدر عطا فرمائي ۽ ارشاد فرمايو: اي محمد(صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ) !شبِ قدر هزار مهينن کان بهتر آهي جيڪا مون تون کي ۽ تنهنجي اُمّت کي هر سال عطا فرمائي آهي. اها رات رمضان ۾ توهان جي لاءِ ۽ قيامت تائين ايندڙ توهان جي اُمّتين جي لاءِ آهي، جيڪا هزار مهينن کان بهتر آهي.